# اخلاقِ محمدي

مرتب:
حڪيم فتح محمد سيوهاڻي



سنڌي ادبي بورڊ
ڄامشورو، سنڌ

| | | |
|---|---|---|
| ڇاپو پھريون | سال ١٩١٦ع | |
| ڇاپو ٻيو | سال ١٩٧٨ع | تعداد ٻہ هزار |
| ڇاپو ٽيون | سال ١٩٨٦ع | تعداد ٻہ هزار |
| ڇاپو چوٿون | سال ١٩٩٥ع | تعداد ٻہ هزار |




قيمت: ٽيھہ روپيا

Price Rs. 30-00

ملڻ جو هنڌ:
سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال،
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد، سنڌ.

---

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو، سنڌ ۾، مئنيجر سيد سڪندر علي شاھہ ڇپيو ۽ شمشيرالحيدري، سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# فهرست

| | صفحو |
|---|---|

ناشر پاران

# پيشڪش

جيئن نالي مان ظاهر آهي، هي ڪتاب، "اخلاقِ محمدي"، حضور پاڪ صلي الله عليہ وآلهٖ وسلم جن جي پاڪ سيرت بابت آهي، جيڪو سنڌ جي احترام لائق اديب ۽ عالم، مرحوم حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ وڏيءَ محنت سان لکيو آهي. حضور جن صلي الله عليہ وآلهٖ وسلم جي سوانح بابت سندن ٻيو ڪتاب، "حيات النبي" پڻ "سنڌي ادبي بورڊ" پاران ڇپايل آهي.

هن ڪتاب ۾ پاڻ سڳورن جي اخلاقي وصفن سان گڏ، سندن قول، گفتا ۽ هدايتون بہ سهيڙيل آهن، جنهنڪري، مجموعيءَ طرح، هي ڪتاب نبي سڳوري صلي الله عليہ وآله وسلم جي عمل ۽ تعليم جي ذري پرزي مثالن جو اهڙو مجموعو بنجي پيو آهي، جنهن مان زندگي گهارڻ لاءِ هر معاملي ۾ رهنمائي حاصل ڪري سگهجي ٿي.

ڪتاب جو پهريون ڇاپو ١٩٨٦ع ۾ پڌرو ٿيو هو، جيڪو هن وقت ختم ٿيل هو. اُميد تہ پڙهندڙ هيءَ پيشڪش پسند ڪندا.

ڄامشورو، سنڌ
٢٩-مارچ، ١٩٩٥ع

شمشيرالحيدري
سيڪريٽري،
سنڌي ادبي بورڊ

بسم الله الرحمٰن الرحيم

اڄ اٺ آهن الحمد ۽ وعدو وفا ڪريان ٿو جو ڪجهه ڏينهن اڳ پنهنجي ڪتاب 'فتح محمدي' ۾ ڪيو هوم ۽ تازو **حيات النبي** يعني سوانح عمري حضرت اقدس صلي الله عليه و علےٰ آله و اصحابه وسلم ۾ ڪيو اٿم يعني الله پاڪ جل جلاله و عم نواله جا هزار حمد، شڪر، اپار احسان ۽ بيشمار ٿورا هون، جنهن پاڄهاري رب اڄ مون کي **اخلاق محمدي** لکڻ جي توفيق بخشي ۽ موقعو ڏنو آهي - سچ پڇو ته پنڌهن اٺ ڪوبه اسلامي ڪتاب يا رسالو لکڻ شروع ڪندو آهيان ته خالق اڪبر جي بخشيل توفيق سان پنهنجي عاجزي ۽ قاصري کي خيال ۾ آڻي ۽ ڏيان ۾ ويهاري سندس حمد ۽ ثنا ۾ بلبل هزار داستان وانگي رطب اللسان ٿي ويندو آهيان ۽ وڏيڪ هي شڪر ڪندو آهيان جو رب پاڪ منهنجي هٿ ۽ قلم، دماغ ۽ دل کي چڱي مشغولي ۾ رکيو آهي ۽ علماء وقت وانگي بحثر بحثي ۽ تون چا تون چا ۾ نه رنيايو آهي، ورنه خبر نه آهي ته هي منهنجا ساڳيا هٿ ۽ ساڳيو قلم ڪيترن ئي گناهه مسلمانن جي ذلت ۽ حقارت، توهين ۽ تحقير جا رنگ رڱين ۽ چٽ چٽين ها - جنهن ڪان هاڻي الله جي مهرباني سان بچيل آهيان - **فلله الحمد والمنة** منهنجي مضبوط نيت ۽ پڪو ارادو آهي ته جيسين جيئندس تيسين انهي مشغولي کي وڌيو ايندس ۽ جيسين منهنجي دل ۽ دماغ صحيح ۽ هٿ فرمانبردار هوندا، تيسين اسلامي خدمتن سان بهترين خدمت الهيه کي جاري ڪندو رهندس، بشرطيڪ منهنجي پيدا ڪندڙ خدا جي خواهش ۽ مشيت به شامل هوندي.

منهنجو هن ڪتاب لکڻ مان خاص مطلب هي آهي ته دوست دشمن - پنهنجا پراوا - يار اغيار - يگانا بيگانا - مسلمان غير مسلمان سڀ حضور جن جي عادات اطوار، رفتار، گفتار، هلت چلت، اٿڻ ويهڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ، مجلس محفل، کائڻ پيئڻ، عبادت رياضت، عقل تدبير، تقرير تحرير، اشارات ڪنايات، خالق اڪبر جي پناهه ڪل ڪائنات ۾ فڪر ۽ غوض ڪرڻ جو نمونو ڏسي ۽ معلوم ڪري ۽ اندازو ڪري سگهن ته سيدالانبياء والمرسلين - محبوب حضرت رب العالمين جو ڇا شان هو ۽ ڪيتري قدر پاڻ جزي ڪلي اخلاق حميده ۽ عادات پسنديده جا جامع ۽ مجمع هئا - پوءِ اهو اندازو درست معلوم ڪري پاڻ کي حضرت پاڪ جي اخلاق سان سينگارڻ ۽ سندن پيروي ڪرڻ ۽ حضور جن جي نموني وٺڻ جي ڪوشش ڪن. الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي -

لقد ڪان لڪم في رسول الله اسوة حسنة لمن ڪان يرجو الله واليوم الاخر و ذڪرالله ڪثيرا.

[(اي مسلمانو!) اوهان لاءِ رسول الله (صلي الله عليه و سلم) جي ذات با برڪات ۾ سهڻو رستو ۽ نيڪ نمونو موجود آهي (يعني سندن هلت چلت ڏسي پڌي اوهين به اهو نمونو وٺو) - (اهو طريقو رسول الله جو انهيءَ لاءِ چڱو آهي) جو الله ۽ قيامت جي ڏينهن ۾ اميد رکي ٿو ۽ الله پاڪ کي گهڻو ياد ڪري ٿو.]

۽ ٻئي هنڌ الله پاڪ حضور جن کي فرمايو آهي -

قل ان ڪنتم تحبون الله فاتبعوني يحببڪم الله.

[چؤ (اي رسول الله) ته جيڪڏهن اوهين الله جي محبت ٿا رکو ته منهنجي نموني ۽ حڪم تي هلو ته الله پاڪ اوهان کي محبت ڏئي.]

هن مان صاف معلوم ٿيو ته انسان جي لاءِ هر طرح حضور جن جي پيروي فائدي واري آهي ۽ دشمن اهي اخلاق ڏسي ٿوري ۾ ٿورو انصاف ڪن ٿا ته انصاف ئي هدايت ۽ سعادت جو ذريعو ۽ وسيلو آهي.

هي اخلاق محمدي ڪتاب حيات النبي سوانح عمري حضور انور صلي الله عليه وسلم جو ٻيو جلد سمجهڻ گهرجي، ڇو ته حيات النبي ۾ حضور جن جي اخلاق جو خاص طرح ڪو ذڪر ڪونه ڪيو اٿم اگرچه ساري ڪتاب ۾ موقعن تي گهڻو ڪجهه اچي ويو آهي، سو هن ڪري نه ڪم جو حضور جن جا اخلاق چڱيءَ طرح تفصيل ۽ صفائيءَ سان لکڻان هئم ۽ ٻڪ هئم ته رکيو اخلاقن جو ۾ وڏو ڪتاب ٿي پوندو، انهيءَ ڪري مناسب سمجهيم ته علحدو ۽ مستقل ڪتاب لکان. رب تعالي شال مون کي ۽ منهنجي پيارن مسلمانن کي حضور جن جي اخلاقن جي پيروي ڪرڻ جي توفيق بخشي - آمين.

هن ڪتاب جو ثواب آءٌ منهنجي والده صاحبه کي (جنهن کي رب تعالي پنهنجي رحمت ۽ پاڄه سان خاتون جنت جو پاڙو نصيب ڪري شال) بخشان ٿو.

اللهم تقبله مني و اوصلها ثواب ذالک

هن ڪتاب اخلاق محمدي جي لکڻ وقت هيٺيان ڪتاب منهنجي نظر هيٺ هئا، جن مان مون مدد ورتي:

(۱) القرآن الڪريم والفرقان المجيد (۲) شفاشي تعريف المصطفي القاضي عياض (۳) شرح الشفا علامه علي قاري (۴) زاد المعاد علامه ابن قيم (۵) رياض الصالحين علامه نووي مع شرح مولانا احمدالدين (٦) انسان العيون في سيرة الامين المامون المعروف به سيرة حلبي علامه برهان الدين الحلبي (۷) سيرة النبويه والآثار المحمديه سيد احمد زيني دحلان (۸) احياء العلوم علامه امام غزالي (۹) وسائل الوصول الي-

شمائل الرسول علامہ یوسف بن اسماعیل لبھالي (١٠) سيرة الامام ابن هشام المعروف بہ سيرة هشامي ابو محمد عبدالملک بن هشام (١١) رحمة العالمين قاضي محمد سليمان صاحب سلمان فرسٹ کلاس اسپيشل مئجسٹريٽ رياست پٽيالہ - هي هڪڙو ئي پويون ڪتاب ارد و آهي، ورلہ پيا سڀ عربي ڪتاب آهن.

١ - رجب سنہ ١٣٣٢ ھ مطابق
٢٧ مئي سنہ ١٩١٤ع

خاڪسار
ابوالمحامد جڪير فتح محمد صغير
سيوستالي عفي عنہ

بسم الله الرحمن الرحيم

دنيا ۾ جاچي ڪٽي ٿو ڏسجي تہ هرهڪ انسان ۾ ڪي نہ ڪي چڱا اخلاق ۽ چڱا ڪم ۽ چڱيون وصفون ۽ چڱيون عادتون لين ٿيون ڪن ۾ هڪ-اڌ، ڪن ۾ انهيءَ کان وڌيڪ. مگر سيئي سهڻيون صفتون هڪڙي ئي شخص ۾ ملن ۽ هڪڙو ئي شخص صاحب ڪل اخلاق حميده جو هجي اها ڳالهہ ضرور مشڪل آهي. مگر اهڙو مشڪل امر بہ جيڪڏهن ڪنهن ذات بابرڪات ۾ رب تعاليٰ آسان ڪري وڌو ۽ هڪڙي ئي شخص ۾ سڀ اخلاق حسنہ ۽ ڪل عادات نيڪ هيڪاندا رکايائين تہ ضرور انهي نيڪ ۽ بابرڪت شخص جو رتبو نهايت اعليٰ ۽ برتر ٿيبو.

هي بہ ڏٺو ويو آهي ۽ عام طرح ائين آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن هڪڙي شخص ۾ ڪا هڪڙي نيڪ صفت ليندي آهي تہ ان جي دنيا ۾ چڱي تعريف ٿيڻ لڳندي آهي. مثلاً هڪڙو شخص عادل آهي يا سخي تہ فقط هڪڙي صفت عدل يا سخا جي ڪري بہ دنيا ۾ انهي جي واڪاڻ هلندي آهي ۽ سندس نالو نيڪي سان ياد ٿيندو آهي. مگر جيڪڏهن ڪنهن هڪڙي ئي پاڪ شخص ۾ اهڙيون نيڪ صفتون انيڪ ۽ اپار موجود هجن ۽ ثابت ٿين تہ هو يقيناً سيني صاحب اخلاق انسانن جو سردار ۽ مهندار ليکبو.

پوءِ نيڪ اخلاق ۽ ڪمال صفتن جا بہ ٻہ-ٽي قسم آهن. هڪ آهي: جي انسان جي فطرت ۽ خلقت (نيچر) ۾ رکايليون هجن ۽ انسان کي انهن جي هٿ ڪرڻ يا حاصل ڪرڻ ۾ ڪو اختيار نہ هجي ۽ انهن جو لڳ لاڳاپو دنيائي

اسورن سان هجي. ٻيون آهي: جي دين ۽ مذهب جي تعليم ۽ هدايت سان انسان پاڻ ڪوشش ڪري هٿ ڪري سگهي، جن جي هٿ ڪرڻ سان انسان جي دنيا ۾ نيڪي ۽ واکاڻ ٿئي ۽ ڌڻي تعاليٰ وٽ به مانُ ۽ مرتبو ملي. اهي ٻئي قسم اخلاق ۽ صفات جا وري ٻن قسمن جا آهن. هڪ قسم اهڙو جنهن کي خاص دنيائي ۽ فطرتي اخلاق چئجي يا خالص ديني ۽ ڪسبي مذهبي. ٻيو قسم اهڙو جو ٻنهي نمونن تي شامل هجن يعني ساڳيا اخلاق ٻنهي نالن سان سڏي سگهجن. دنيائي به ديني به. ٽيون قسم جنهن جي حاصل ڪرڻ ۾ انسان کي ڪو اختيار ڪونهي ۽ خدائي ذات آهي جنهن کي وڻيس تنهن کي ڏئي ۽ بخشي، سو آهي جهڙو حُسن ۽ جمال، عقل جي بلندي ۽ ڪمال، زبان جي فصاحت ۽ بيان جي بلاغت، پنجن ئي حواسن جي تيزي عضون ۽ لڱن جي مضبوطي، هلڻ چلڻ جو سهڻو ڍول، نسبت ۽ ذات جي اوچائي، پنهنجي قوم ۾ غلبو ۽ عزت، ملڪ جي سُٺائي ۽ چڱائي، اهڙيءَ طرح زندگي جون ضروري شيون به انهيءَ قسم ۾ شامل آهن، جهڙو خوراڪ، پوشاڪ، ننڊ آرام، گهرٻار، مان عزت، مال دولت، وغيره وغيره. اهي شيون به جيڪڏهن رب تعاليٰ ڪنهن کي ڏئي ٿو ته انهي شخص کي سيڪو عزت جي نگاهه سان ڏسي ٿو مگر سندس انهن شين حاصل ڪرڻ ۾ ڪو اختيار ڪونهي. پر ساڳيا اِهي ڪم دنيائي به، ديني ۽ خدائي ٿي سگهن ٿا. جيڪڏهن انهن جي استعمال ڪرڻ ۽ ورتائڻ ۾ نيت چڱي هوندي ۽ هرهڪ ڳالهه ۾ خدا جو خوف ۽ ديني مصلحت جي مدنظر هوندي. جهڙي طرح ڪو شخص ڏينهن جو ننڊ ڪري ٿو هن لاءِ ته رات جو عبادت الاهي ڪري سگهي. يا ڪو شخص مال دولت جي هٿ ڪرڻ ۾ بلڪل حريص ۽ ڪوشش مند آهي. هن لاءِ ته انهي مال سان محتاجن جي خدمت ڪري ثواب بي حساب حاصل ڪري، ته اهڙي صورت ۾ اِهي دنيائي

ڪم ۾ ديني ڪمن جهڙا ليکي سگهجن ٿا. ڇو ته حديث شريف ۾ آهي: ان العادات تصير بالنيات عبادات يعني عادتون نيڪ نيتي سان عبادتون ٿيو ٿيون پون.

ٻيو قسم جنهن کي انسان دين ۽ مذهب جي هدايت موجب ڪوشش سان حاصل ڪري سگهي، سو آهي جهڙو ايمان، الله پاڪ جي بندگي ۽ عبادت، سندس حڪمن جو مڃڻ پنهنجي نفس کي سڃاڻڻ، صبر ۽ شڪر، بردباري ۽ موذين ۽ دشمنن جا اهنج ايذاءَ سهڻ، عدل ۽ انصاف، دنيا سان دل نه رکڻ، پرهيزگاري، نيوڙت ۽ نياز، ڏوهي کي معافي ڏيڻ، گناهن ۽ پاپن کان پري رهڻ، سخا ۽ ڏاتاري، بهادري ۽ پهلواني، اکين جو شرم ۽ حياءَ، انسانيت ۽ ماڻهپو، اجائي ڳالهائڻ کان ماٺ ۾ رهڻ، ديرينائي ۽ نرمي، ٻاجهه ۽ رحم، ادب ۽ ماڻهن سان چڱو ٿي هلڻ وغيره. انهن سڀني جو نالو حسن الخلق يا اخلاق المحسنين آهي. پوءِ انهن صفتن ۽ اخلاق مان ڪي انسان جي طبعيت ۽ فطرت (نيچر) ۾ هونديون آهن ۽ ڪي طبعيت ۾ نه هونديون آهن، مگر ٿورو گهڻو بنياد انهن جو به طبعيت ۾ رکايل هوندو آهي. دنيا جي سڀني عقلمندن مٿين صفتن کي چڱو سمجهيو آهي، انهي ڪري جنهن شخص ۾ اهي سڀ صفتون موجود هونديون سو تمام چڱو ماڻهو چئبو.

## نبين جا اخلاق عام ماڻهن جي اخلاقن کان اعليٰ درجي جا هوندا آهن، خاص طرح حضور جن جا اخلاق

ڏسجي ٿو ته مٿي ذڪر ٿيل اخلاقن مان جيڪڏهن ڪنهن شخص ۾ ڪو هڪڙو اخلاق لڀندو آهي ته ان شخص جي انهي هڪڙي اخلاق جي ڪري به عزت ۽ تعظيم ٿيندي آهي ۽ سندس نيڪمردي ۽ فضيلت جو اثر نه فقط ماڻهن جي زبانن ۾ هوندو آهي، بلڪ دلين ۾ به هوندو آهي. پوءِ جنهن پاڪ

۽ برگزيده انسان ۾ ايتريون صفتون ۽ اخلاق موجود هوندا
جن جو پوري طرح اندازو يا حساب ڪرڻ مشڪل هجي.
سو اوهين سمجهي سگهو ٿا تہ ڪيتري قدر تعظيم، عزت ۽
رتبہ جي لائق ٿيندو. مثلاً هڪڙي بختاور ۽ نيڪ بخت پاڪ
۽ برگزيده انسان کي رب تعالىٰ جل جلالہ ٽين صفتن ۽
اخلاقن کان سواءِ هيٺيون صفتون ۽ اخلاق بہ عنايت ڪيا آهن.
جهڙو رسالت، نبوت، الله پاڪ جي محبوبيت، رب جي محبت،
روحاني ۽ جسماني صفائي، آسماني سير، ديدار الاهي، قرب ۽
ويجهڙائي رب پاڪ جي، وحي ۽ پيغام رباني، گهنگارن لاءِ
سخت ناميدي جي وقت شفاعت ڪرڻ، اعليٰ رتبو، بلند درجو،
مقام محمود، براق، معراج، ڪاري ۽ اڇي، يورپ ۽ ايشيا
جو پيغمبر اعليٰ هجڻ، نبين سان گڏجي عبادت الاهي ڪرڻ
۽ سڀني جو امام ٿيڻ، سڀني آدم زادن جي سرداري، حمد الاهي
جو جهنڊو، الله پاڪ جي فضل ۽ ثواب جي بشارت ڏيڻ ۽
سندس غضب ۽ عذاب کان بيخبرن کي ڊيڄارڻ، عرش جي
مالڪ وٽ عزت، ۽ سندس آڏو گردن جهڪائڻ، امانت ۽
ديانتداري، هدايت وارو هجڻ ۽ ٻين کي هدايت ڪرڻ،
جهانن لاءِ رحمت، رب وٽ رضامندو، سوال ۽ دعا جي قبوليت،
رب پاڪ جي نعمتن جي ڪمايت، اڳين پوين تقصيرات
کان معافي، سينہ جي صفائي ۽ پاڪائي، زمين ۽ آسمان ۾
نيڪ نامي، هر جا فتحمندي، قلبي قرار، روحاني راحت، ملائڪن
جي مدد ۽ همراهي، خدائي حڪمن ۽ قانون قدرت جي فلسفہ
۽ سائنس جو ڪتاب پاڪ ملڻ، الله پاڪ ۽ ملائڪ جون
مٿس صلواتون پڙهڻ، مخلوقات الاهي کي گمراهي کان ڇڏائڻ،
قسمين قسمين معجزا ۽ ڪرامتون سندس هٿان ظاهر ٿيڻ،
پٿرن ۽ وڻن ۽ حيوانن ۽ جانورن جو ساڻس ڳالهائڻ، روحاني
نوري جسماني مٿلن جو سندس هٿان جيئڻ، سندس برڪت
سان نوري شيءِ جو گهڻو ٿيڻ، ڪڪر جو سندس سر مبارڪ

تي سايو ڪرڻ، پهڻ جو سندس مبارڪ هٿن ۾ ذڪر الاهي ڪرڻ، غمن- وهمن- دردن- مرضن جو سندس برڪت سان دفع ٿيڻ، دشمنن کان هميشه الله پاڪ جي پناه ۾ رهڻ، پيون به ازاين قسم صفتون جن جو حساب، ڏيندڙ بخشيندڙ ڏاتار ڪري سگهي ٿو، انسان جي طاقت نه آهي جو ڳڻي سگهي.

هاڻي ويچار ته ڪريو جنهن عاليشان انسان ۾ عام اخلاقن ۽ نيڪ صفتن کان سواءِ هي تازيون ذڪر ٿيل صفتون به رب پاڪ جون ڏنليون موجود هونديون ته ان جو شان دنيا ۾ توڙي آخرت ۾، آسمان تي توڙي زمين تي، الله وٽ توڙي ماڻهن وٽ ڪيتري قدر نه بلند هوندو. ڇا ڪنهن به بزرگ انسان يا ليڊر يا رفارمر جي مجال آهي؟ جو اهڙي صفات سان موصوف انسان سان برابر ٿي سگهي! ڪنهن ويچاري حق سمجهندڙ حق چيو آهي:

بعد از خدا بزرگ توئي قصه مختصر.

اهڙو پاڪ ۽ برگزيدو انسان اهڙين صفتن سان موصوف. اهڙن اخلاقن سان سينگاريل ڳولبو ۽ وروڙبو، تاريخن جا ورق ورائبا ۽ پنا اٿلائبا ته ڪو ڪونه لبندو. ها، مگر هڪ حضرت اقدس حضور انور حبيب خدا رسول عربي محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وآله واصحابه وسلم- اللهم صل علىٰ محمد صاحب البراق والمعراج والمقام المحمود صاحب الاوصاف الحميدة والاخلاق المجيدة وبارڪ وسلم.

## حضور جن جي اخلاق جو تفصيل

هونءَ ته حضور جن جا اخلاق ايترا آهن جو جيڪڏهن تفصيل سان لکجن ته وڏا وڏا دفتر پرجي وڃن، مگر هتي آءٌ آهي ضروري اخلاق لکندس، جن جي پيروي اسان ماڻهن جي ڪجهه طاقت امڪان ۾ هجي.

## حضور جن جو عقل

رب تعاليٰ جي وڏين مهربانين ۽ عاليشان نعمتن مان وڏي
ذات ۽ نعمت عقل بہ آهي. جيترو انسان ۾ عقل گهٽ هوندو
اوترو هو پنهنجي مولا کي وڌيڪ سڃاڻندو. هي غلط آهي
تہ جنهن کي علم ۽ عقل هوندو آهي، سو خدا کان ڦري
ويندو آهي، هرگز نہ. عقل ئي هڪ اوزار آهي، جنهن جي
وسيلي سان خدا جي خدائي ثابت ڪري ڏيکاري سگهجي ٿي.
۽ اهوئي علم ۽ معرفت جو چشمو آهي. سمجھ سوري ۽
راءِ سالم انهيءَ عقل مان هٿ اچي سگهن ٿا: عاقبت‌انديشي،
نفع-نقصان جي پروڙ، حڪومت جو انتظام رکڻ، قسمين قسمين
فضيلتون هٿ ڪرڻ، اهي ڳالهيون انهيءَ عقل سان ئي
سگهن ٿيون. انهيءَ عقل مان الله تعاليٰ حضور جن کي
ايترو ڏياريو جو جيڪڏهن خيال ٿو ڪجي تہ اسان جو عقل ئي
حيران ٿيو ٿو وڃي. علامہ قاضي عياض رحمة الله عليه پنهنجي
ڪتاب شفا ۾ وهب بن منبه جو قول آندو آهي. وهب چيو
تہ مون ايڪهتر ڪتاب پڙهيا، مگر سڀني مان معلوم ٿيو تہ
حضور جن عليه‌الصلواة والسلام سڀني کان وڌيڪ عقل ۾ اڪابر
۽ افضل آهن-۽ رب تعاليٰ دنيا جي اول کان وٺي آخر تائين
سڀني ماڻهن کي حضور جن جي عقل جي آڏو ايترو ذرو عقل
جو ڏنو آهي جيترو واريءَ جو هڪ داڻو، حضور جن جي
ساري مبارڪ حياتي جو احوال جنهن ڏٺو هوندو سو سمجھي
سگهندو تہ پاڻ پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪيتري قدر نہ نهايت عقل
۽ تدبير سان هليا آهن. سندن پاڪ حديثون ۽ پيارا سخن
جنهن پڙهيا هوندا، آهو پروڙي سگهندو تہ پاڻ ڪيتري قدر
نہ عقل ڪل هئا. پاڻ نہ ڪنهن استاد وٽان سکيا، نہ ڪنهن
مدرسي مڪتب ۾ پڙهيا، نہ ڪو ڪتاب پڙهيائون، نہ وري
پڙهيلن سان ڪا گهڻي صحبت ئي ڪيائون بلڪل گوشي ۾
گذاريائون. جيئن رب تعاليٰ کين ماءُ پيٽان پيدا ڪيو هو

تيئن ئي رهيا. تنهن هوندي بہ نبوت ملڻ ۽ رسالت عطا ٿيڻ
کان پوء دنيا جا قسمين قسمين علم دنيا کي ٻڌايئون، جن کي
ٻڌي وڏا وڏا عالم عاقل دنگ رهجي ويا. علم فلسفو (سائنس)
علم طب، علم حساب، علم ورثہ وترڪہ، علم نسب، علم
تمدن و معاشرت، علم قوانين (جڊيشل و سول)، علم انتظام
حڪومت، مطلب تہ هر علم هر فن جا مولا، هر آستاد هر
عاقل جا قبلا ۽ ڪعبہ هئا. انهيءَ کان سواءِ پيون فضيلتون
۽ اخلاق جيڪي منجهن موجود هئا، سي بہ سندن ڪامل
عقل جو نتيجو هو. عربن جي آها اڻ سڌريل ۽ بگڙيل قوم
هئي جن جي سڌرڻ ۽ ماڻهو ٿيڻ ۽ صاحب فضيلت بڻجڻ جو
ڪو امڪان ڪونہ هو. هو سدائين جنگين جهيڙن ۾ رڌل
رهندا هئا. ڪنهن نصيحت ڏيندڙ يا سمجهائيندڙ سڌاريندڙ جي
ڳالهہ ٻڌڻ ۽ ڪنهن چڱي ماڻهوءَ جي نصيحت تي ڪَن
ڏيڻ لاءِ واندا ئي ڪين هئا، مگر قربان وڃان حضورجن جي
خداداد عقل تان، جنهن سان پاڻ اهڙن بگڙيلن کي سڌاري
سمجهائي دنيا ۾ انهن کي ڪامل انسان ڪري ڏيکاريائون.
هو منڍ ۾ شوخي ڪندا رهيا، تڪليفون رسائيندا رهيا، مڃڻ
کان ڪنڌ موڙيندا رهيا، ايتري قدر جو هولد سياڻپ عقل
اڪابرائي وارو انسان هجي تہ بہ ڪنهن نہ ڪنهن مهل
ضرور بي صبر ٿئي ۽ منجهي پوي، نيٺ اهڙن حيوانن جي
سڌارڻ سمجهائڻ کان بيزار ٿي پري ٿي ويهي، مگر حضورجن
پنهنجي مضبوط عقل سان ڪوشش ڪندا آيا ۽ ڪڏهن بہ
سندن پير نہ لڏيا آخر ڪامياب ۽ فتحمند ٿيا.

اهي وحشي عرب، جي حيوانن جهڙي حياتي گذاريندا ۽
حضرت کان پهرين پڇندا نهندا هئا، سي ئي آخر حضورجن
جي مٿان چڪن ٿيڻ لڳا ۽ حضورجن کي پنهنجي آل اولاد
مال جان کان وڌيڪ پيارو سمجهڻ لڳا، هي آهي حضورجن جي
عقل ڪامل ۽ سياڻپ جو قدر ۽ اندازو. حضورجن جو عقل

مبارڪ ئي هو جو سندن سچي رسالت ۽ نبوت جو هڪ زبردست نشان هو، بيا اخلاق سڀ انهيءَ کان پوءِ هئا، جي انهي عقل ئي جي آڌار تي محڪم ۽ مضبوط ۽ منجهن پختي طرح موجود رهيا، جن جو ذڪر اڳ هاڻي درجي بدرجي ڪندو ايندس.

## حضور جن جي اخلاق ڪريمانه جي ثابتي قرآن ڪريم آهي

حضور جن جو استاد آهو هو، جنهن جهڙو استاد ڪڏهن به ڪنهن کي نصيب نه ٿيو هوندو يعني الله رب العالمين. حضور جن کي الله تعاليٰ نه فقط قسمين قسمين علم سيکاريا بلڪ اخلاق جي زيور سان به ڪين چڱي طرح سينگاريو. قرآن ڪريم ۾ جيڪا به اخلاقي تعليم آهي ۽ جيڪي به نيڪ عادتون ۽ چڱا لڇڻ دنيائي توڙي ديني قرآن ڪريم ۾ بيان ٿيل آهن، اهي سڀ پهرين حضور جن جي تعليم لاءِ هئا تنهن کان پوءِ سندن امت جي سمجهڻ ۽ سکڻ لاءِ. حضرت امام غزالي رحمة الله عليه احياء العلوم ۾ لکيو آهي، ته سعد بن هشام فرمايو آهي، ته اڳ هڪ ڏينهن ام المومنين (مومنن جي ماءُ) حضرت عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها (خدا ان کان راضي هجي شال) جي حضور ۾ حاضر ٿيس ۽ حضور انور رسول خدا عليه الصلواة والسلام جي اخلاق بابت پڇومان ته ڪهڙي طرح هئا؟ بيبي صاحبه فرمايو، ته تو قرآن ڪريم ڪونه پڙهيو آهي ڇا؟ عرض ڪيم ته پڙهيو اٿم. بيبي صاحبه فرمايو ته حضور جن جي اخلاق ڪريمانه جو شاهد قرآن ڪريم آهي ۽ ڪين اخلاق جي تعليم سموري قرآن ڪريم ڏني آهي. جهڙي طرح قرآن ڪريم ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي:

خُذِ الْعَفْوَ وَ اْمُرْ بِالْعُرْفِ وَ اَعْرِضْ عَنِ الْجَاهِلِيْنَ

(آيت ۱۹۹ اعراف)

(معافي ڏيڻ جي عادت وٺ ۽ چڱن ڪمن جو حڪم ڏيندو ۽ وعظ ڪندو رهه ۽ جاهلن کان منهن موڙ، يعني انهن جي بيپرواهي جو خيال نه ڪر).

۽ اهڙي طرح ٻئي هنڌ قرآن ڪريم ۾ فرمايل آهي:

اِنَّ اللّٰهَ يَاْمُرُ بِالْعَدْلِ وَالْاِحْسَانِ وَ اِيْتَاءِ ذِي الْقُرْبٰي وَيَنْهٰي عَنِ الْفَحْشَاءِ وَالْمُنْكَرِ وَالْبَغْيِ

(آيت ٩٠ النحل)

(تحقيق الله تعاليٰ حڪم ٿو ڪري عدل ۽ احسان ۽ مائٽن کي ڏيڻ جو، ۽ بي شرمي جهڙن ڪمن ۽ منع ٿيل افعالن ۽ بغاوت (بي فرماني) کان منع ٿو ڪري.)

۽ ٻئي هنڌ قرآن پاڪ ۾ ارشاد ٿيل آهي:

وَاصْبِرْ عَلٰي مَا اَصَابَكَ اِنَّ ذَالِكَ مِنْ عَزْمِ الْاُمُوْرِ

(آيت ١٧ سورت لقمان)

(سهه ۽ صبر ڪر انهن مصيبتن ۽ تڪليفن تي، جي توتي اچن. تحقيق اهي ئي آهن همت جا ڪم.)

۽ اهڙي طرح ٻئي هنڌ به قرآن ڪريم ۾ فرمايل آهي:

وَلَمَنْ صَبَرَ وَ غَفَرَ اِنَّ ذَالِكَ لَمِنْ عَزْمِ الْاُمُوْرِ

(٤٣- الشوريٰ)

(۽ پڪ جنهن صبر ڪيو ۽ ڏوهين کي بخشيو، اهي ئي ڪم- همت جا آهن.)

وري ٻئي هنڌ به قرآن شريف ۾ رب تعاليٰ فرمايو آهي:

فاعف عنهم واصفح ان الله يحب المحسنين

(۱۳- المائده)

(معافي ڏي انهن کي ۽ درگذر ڪر انهن کان. تحقيق الله تعاليٰ نيڪ انسانن، احسان ڪندڙن کي محبت ۽ پيار ٿو ڪري.)

۽ ٻئي هنڌ آهي ته:

انما المؤمنون اخوة فاصلحوا بين اخويكم واتقوا الله لعلكم ترحمون. يا ايها الذين امنوا لايسخر قوم من قوم عسيٰ ان يكونوا خيرا منهم ولانساء من نساء عسيٰ ان يكن خيرا منهن ولا تلمزوا انفسكم ولاتنابزوا بالالقاب بئس الاسم الفسوق بعد الايمان و من لم يتب فاولائك هم الظالمون يا ايها الذين امنوا اجتنبوا كثيرا من الظن ان بعض الظن اثم ولاتجسسوا و لايغتب بعضكم بعضا ايحب

اَحَدُكُمْ اَنْ يَّاكُلَ لَحْمَ اَخِيهِ مَيتاً فَكَرِهْتُمُوهُ وَاتَّقُوْا اللّٰهَ اِنَّ اللّٰهَ تَوَّابٌ رَّحِيمٌ.

(۱۰،۱۱،۱۲- الحجرات)

(مسلمان جيڪي آهن سي ڀائر آهن، پوءِ پنهنجن ڀائن ۾ صلح ڪرايو، ۽ الله پاڪ کان ڊڄو، من اوهان تي رحم ٿئي. اي ايمان وارؤ! ڪا قوم ڪنهن قوم سان مسخري ۽ ٺٺوڪ نه ڪري متان اُها انهي کان (الله وٽ) وڌيڪ چڱي هجي ۽ نه ڪي زالون ڪن زالن تي کِلندو ڪن، متان اهي انهن کان وڌيڪ چڱيون هجن ۽ نه هڪٻئي کي عيب وارو بنايو ۽ نه هڪٻئي تي بڇڙا لقب (الون) رکو. ايمان کان پوءِ گناه جهڙو ڪم آهي بڇڙو نالو ۽ جي توبهه نٿا ڪن پوءِ اهي گنهگار آهن. اي ايمان وارؤ! گهڻو ڪري گمان کان پاسي رهو، ڪي گمان گناه آهن ۽ نه هڪٻئي جي عيبن جي تلاش ڪريو ۽ نه هڪٻئي جي گلا ڪريو. آيا اوهان مان ڪوگهري ٿو ۽ پسند ڪري ٿو؟ ته پنهنجي مئل ڀاءُ جو گوشت کائي! پوءِ اوهان نه پسند ڪيو. ۽ خدا کان ڊڄو، تحقيق الله تعاليٰ توبه قبول ڪندڙ ۽ رحم ڪندڙ آهي.)

جڏهن ته حضور جن دنيا جي سڀني مذهبن جا مصلح (سڌاريندڙ) ۽ مذهب اسلام جا پايو وجهندڙ هئا، تڏهن مذهب اسلام ۾ جيڪي به اخلاق حضور جن بيان فرمايا آهن سي آهي ئي آهن جي منجهن موجود هئا. امام غزالي رحمة الله عليه فرمايو آهي، ته حضرت معاذ بن جبل رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي ته حضورجن فرمايو ته: تحقيق الله تعاليٰ اسلام کي نيڪ اخلاقن ۽ موچارن ڪمن سان پرپور ڪيو آهي.

## اسلامي اخلاق

انهن نيڪ اخلاقن ۽ موچارن ڪمن مان مثال لاءِ هي ڪم آهن: نيڪ برتاءُ، شريفانه ڪم، نرم پهلو، نيڪوڪاري جي سخا، مهمان نوازي، چڱن لفظن ۾ سلام چوڻ، مسلمان بيمار جي مزاج پرسي، چا نيڪ هجي چا فاسق بدڪار، مسلمان جي جنازه جي پويان وڃڻ ۽ شامل ٿيڻ، ڪافر توڙي مسلمان پاڙي واري سان چڱو ٿي هلڻ، سفيد ريش مسلمان جي عزت رکڻ، دعوت قبول ڪرڻ، دعوت ڏيڻ، ڏوهي کي معافي ڏيڻ، ماڻهن جي وچ ۾ صلح سانت ڪرائڻ، سخاوت، ڏاتاري، مهربان ٿيڻ. سلام ڪرڻ ۾ اڳرائي ڪرڻ، ڪاوڙ ۽ غصو ڪائڻ، نياز ۽ نوڙت، صفائي ۽ پاڪائي، امانت ۽ دينداري، حيا ۽ شرم. سدائين سچ ڳالهائڻ، اندر ٻاهر هڪ جهڙو رکڻ، برد باري ۽ همت، حلال روزي ڪمائي کائڻ. اسلام جن ڳالهين کي حرام چيو ۽ ناجائز ٺهرايو آهي، انهن کان پري رهڻ، جهڙوڪ اجايو وقت وڃائڻ، راند روپ ۽ راڳ رنگ ۾ مشغول ۽ مگن رهڻ، راڳ جا اوزار، ستارون، يڪتارا وغيره استعمال ڪرڻ، گلا، ڪوڙ، ڪنجوسائي، ظلم زبردستي، تڪبر، مڪر، چغلي، بدسلوڪي. دنيوي رنجش تي مائٽي ڇنڻ، بدخلقي، هٺ، وڏائي، حيله سازي، بهانه بازي جنهن کي اڄڪلھ جا تعليم يافته پوليٽيڪل پاليسي ڪري سڏيندا آهن. پاڻ کي ٻين کان وڏو سمجهڻ. بيحيائي، حسد، ساڙو، پکين سان فال يا سُپ وٺڻ. جيئن سنڌ جون زالون ڪانوَ مان نيڪ يا بد فال وٺنديون آهن. بيفرماني، بغاوت وغيره. حضرت انس بن مالڪ رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو آهي ته اهڙي نيڪ نصيحت هوندي ٿي ڪانه جا حضور جن اسان کي نه چئي هوندي يا ڇڏي ڏني هوندي. هن آيت شريف ۾ گهٽو ڪري ٿورن لفظن ۾ گهڻي نصيحت آهي.

اِنَّ اللّٰہَ یَاْمُرُ بِالْعَدْلِ وَالْاِحْسَانِ وَاِیْتَائِ ذِي الْقُرْبيٰ وَیَنْهيٰ عَنِ الْفَحْشَاءِ وَالْمُنْكَرِ وَالْبَغْيِ یَعِظُكُمْ لَعَلَّكُمْ تَذَكَّرُوْنَ

(٩٠- سورت النحل)

(تحقيق الله تعاليٰ عدل ۽ احسان ۽ مائٽن کي ڏيڻ جو حڪم ڪري ٿو، ۽ بيحيائي ۽ بد ڪمن ۽ بغاوت ۽ بيفرماني کان سخت منع ڪري ٿو. اوهان کي نصيحت ٿو ڏئي ته من ياد رکو.)

حضرت معاذ فرمائي ٿو ته، هڪ دفعي حضور انور رسول خدا، نبي عربي محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم مون کي هن طرح پيارن لفظن ۾ وصيت فرمائي ته: اي معاذ! توکي وصيت ٿو ڪريان ته الله کان ڊڄڻ، سچ ڳالهائڻ، وفادار رهڻ، امانت پهچائي ڏيڻ، خيانت نه ڪرڻ، پاڙي وارن جي حقن جي حفاظت ڪرڻ. يتيم ۽ ڇورڙي تي ٻاجھ ۽ رحم ڪرڻ، السلام عليڪم چوڻ، ۽ نيڪ عمل ڪرڻ. وڏين وڏين اميدن نه رکڻ، ايمان تي قائم رهڻ، قرآن ڪريم کي سمجهڻ، آخرت جي محبت رکڻ، حساب ڪتاب الاهي کان ڊڄڻ، نياز ڪرڻ جي- ۽ جهليان ٿو ۽ منع ڪريان ٿو توکي هن ڳالھ کان ته، متان بد چال ماڻهوءَ جو چيو مڃين- ۽ متان ڪنهن عادل بادشاھ جو بيفرمان ٿين ۽ متان ڪي زمين تي فساد ڪرين- ۽ توکي وصيت ٿو ڪريان سيڪنهن پهڻ، وڻ ۽ پٿر وٽ الله کان ڊڄڻ جي. وصيت ٿو ڪريانءِ ته، جيڪڏهن خدانخواسته ڪو گناھ ڪرين وجهين ته جهٽ توبه ڪجانءِ. ظاهري گناھ جي ظاهري توبه ڳجهي گناھ جي ڳجهي توبه.

اهڙي طرح حضور جن عليه الصلواة والسلام الله جي ڀانهن کي سمجهائيندا ۽ ادب سيکاريندا ۽ انهن کي نيڪ اخلاق ڏي سڏيندا رهيا.

## خود حضور جن جا نيڪ اخلاق

حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو آهي ته مون پنهنجي پيءُ کان حضرت جن جي اندر گهر ۾ داخل ٿيڻ بابت پڇيو:

## حضور جن اندر حويلي ۾ ڪيئن خير جو وقت گذاريندا هئا

پوءِ منهنجي پيءُ فرمايو ته پاڻ سونهارا جڏهن پنهنجي منزل ۾ داخل ٿيندا هئا ته پنهنجي انهيءَ وقت جا ٽي ڀاڱا ڪندا هئا: هڪ ڀاڱو خاص الله تعاليٰ جي ڪم لاءِ، ٻيو پنهنجي ٻار ـ ٻچن گهر وارن ماڻهن جي ڪم لاءِ، ٽيون پنهنجي جند جي ضروري ڪمن لاءِ، پوءِ جيڪو وقت جو ڀاڱو پنهنجي جند جي ضروري ڪمن لاءِ رکندا هئا، تنهن کي وري ورهائي ٻه ڀاڱا ڪندا هئا، هڪ پنهنجي لاءِ، ٻيو مخلوق خدا جي لاءِ ۽ گهڻو ڪري آتي خاص خاص ماڻهن کي اچڻ ڏيندا هئا ته آهي حضور کان سمجهي وڃي عام ماڻهن کي ٻڌائين سڻائين ۽ ڪجهه به نيڪي جي ڳالهه انهن کان نه لڪائيندا هئا. سندن عمدي عادت هي به هوندي هئي جو فضيلت ۽ نيڪي وارن ماڻهن کي پاڻ وٽ اچڻ ڏيندا هئا ته انهن جي حال موافق انهن سان رهاڻ ڪندا هئا. ڪي هڪ ڪم ۽ هڪ گهرج وارا هوندا هئا، ڪي ٻن گهرجن وارا، ڪي ٻن کان وڌيڪ ڪمن وارا ته انهن کي انهن جي لياقت پٽاندر انهن ۽ جميع امت جي فائدن وارن ڪمن ۾ مشغول رکندا هئا ۽ اهڙيون خبرون انهن کي ٻڌائيندا هئا جو انهن لاءِ مفيد ٿين ۽ پوءِ پاڻ سيني کي هي اکر چوندا

هئا ته مون وٽ اچي، جيڪي مون کان ٻڌن ٿا، سي ٻين غير حاضر ماڻهن کي وڃي ٻڌائين ۽ رسائين. هيئن به فرمائيندا هئا ته جي ويچارا پنهنجون ضرورتون ۽ گهرجون مون تائين نٿا پهچائي سگهن، تن جون گهرجون اوهين مون وٽ پهچايو. جو شخص غريبن بيواهن جون گهرجون، پوريون ڪري سگهندڙ ماڻهوءَ جي ڪَن تائين پهچائي ٿو ته الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن انهيءَ جا قدم ثابت رکندو. حضور جن وٽ اهڙائي ذڪر هلندا هئا. اهڙين فائديمند ڳالهين کان سواءِ ٻي ڳالهه ٻڌڻ نه گهرندا هئا. ماڻهو وٽن ايندا به فائدي جا طالب ٿي هئا ۽ موٽندي به ڪجهه نه ڪجهه حاصل ڪري ۽ نڪرندا هئا ته رهبر رهنما ٿي نڪرندا هئا.

## حضور جن ٻاهر ڪيئن وقت خير جو گذاريندا هئا

حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿو ته وري حضور جن جي ٻاهر نڪرڻ ۽ ٻاهر گذارڻ بابت مون پنهنجي قبلہ گاهه کان پڇيو ته حضور جن ڇا ڇا ڪندا هئا؟ حضرت علي رضي الله عنه فرمايو ته حضور جن پنهنجي زبان کي هميشه محفوظ رکندا هئا، مگر معنيٰ ۽ مطلب واري ڳالهه بابت کوليندا هئا- ۽ پنهنجن صحبتين جي هميشه دل وٺندا هئا ۽ هنن سان ڪڏهن به اهڙي هلت نه ڪندا هئا، جنهنڪري هو ٿهن يا بيزار ٿين. ڪنهن به قوم جو ڪو معزز ۽ رئيس وٽن ايندو هو ته انهيءَ کي پاڻ به عزت ۽ مانُ ڏيندا هئا ۽ اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ انهن ئي تي انهيءَ کي حاڪم يا وڏو ڪري موڪليندا ۽ مقرر ڪندا هئا. پاڻ ماڻهن کان گوشائتو به رهندا هئا، پر نه اهڙيءَ طرح جو انهن کان بلڪل منهن موڙين يا انهن سان بدخلقي ڪن، هرگز نه. پاڻ پنهنجن اصحابن (صحبتين) کان چڱيءَ طرح قرب ۽ محبت سان حال احوال پڇندا هئا ۽ هڪڙن ماڻهن کان

ٻين ماڻهن جي خبرچار وٺندا هئا. چڱي کي چڱو چوندا هئا، مدي کي مدو. اهڙيءَ طرح جو اڪلو انهي مندي ڪم کي واهياتي ڪم سمجهي. پاڻ سونهارا هرهڪ ڪم ۾ وچ ٿرا هلندا هئا، نه اڪيتي نه ڀوئتي، نه وڌيڪ نه گهٽ. پاڻ ڪنهن به ڳالهه کان غافل نه هوندا هئا، انهيءَ ڪري ته متان سندن صحبتي غافل ٿي پون. هرحال ۾ وٽن سڀ ڪم جي تياري رهندي هئي. حق جي ظاهر ڪرڻ ۾ نه ڪڏهن ڪوتاهي ڪندا هئا، نه حد کان وڌيڪ لنگهندا هئا. گهڻو ڪري ماڻهو وٽن ڏاڍا نيڪ ۽ ڀلا ايندا ۽ رهندا هئا. وٽن وڌيڪ ڀلو ماڻهو آهو ليکڻ ۾ ايندو هو، جو وٽائن نصيحتون ڀڏي عام طرح ٻڌائيندو رهي. وٽن مرتبو انهيءَ جو وڌيڪ هوندو هو جو ماڻهن سان چڱي ونڌر وارو هجي.

## حضور جن جي مجلس جو نمونو

حضرت امام حسين رضي الله تعالى عنه فرمايو آهي ته، ٻوءِ مون پنهنجي والد بزرگوار کان حضور جن جي مجلس بابت پڇيو. بابي سائين فرمايو ته، حضور جن ڪڏهن به نه اٿندا هئا سواءِ ذڪر مولا جي، ۽ ڪنهن به قوم وٽ ويندا هئا ته جتي به جاءِ ملندي هين يا جتي به خالي جاءِ ڏسندا هئا توٽي ٻچاڙيءَ ۾ ته آتي ويهي رهندا هئا؛ ۽ ٻين کي به حڪم ڪندا هئا ته ائين ڪندا ڪريو. هرو ڀرو ڪنهن متاهين جاءِ تي ويهڻ جو شوق نه رکجي. وٽن جيڪو به ايندو هو ته ان جي نصيب آهر آن کي اهڙو ته قرب ۽ تعظيم ڏيندا هئا، جو هو سمجهندو هو ته مون تي حضور جي جهڙي مهرباني آهي، اهڙي شايد ڪنهن تي به ڪانه هوندي. وٽن جيڪڏهن ڪو اچي ويهندو هو يا ڪو ڪم ڪٽي ايندو هو ته پاڻ ڪڪ تي اڳ ۾ ڪين آٿندا هئا، جيسين هو پاڻ نه اٿي ويندو هو. جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن ڪم بابت

حضور جن ڪان صلاح مصلحت پڇندو هو ته ضرور انهي جو
آهو ڪم پورو ڪندا هئا يا نرمي سان انهي کي جواب
ڏيندا هئا، جيڪڏهن تيئن جهڙو نه هوندو هو. ماڻهن سان
اهڙا خوش خلق ۽ ڏاتار ٿي رهندا هئا، جو ماڻهو ڪين پنهنجو
آبو ڪري ڄاڻندا هئا. سڀني ماڻهن جو وٽن هڪجهڙو حق
رهندو هو. سندن مجلس نهايت نرمي، بردباري، حياء ۽ امانت،
صبر ۽ آرام جي مجلس هوندي هئي. نه وٽن ڪنهن جي
آبرو خراب ٿيندي هئي ۽ نه ڪنهن جي عيب جوئي يا
نڪته چيني ٿيندي هئي. ماڻهو وٽن سڀ ڏاڍا باقاعدي ۽ اندازي
سان رهندا هئا. هان سندن صحبتي هڪٻئي کي ڏسي وڌيڪ
پرهيزگار ٿيڻ جي بيشڪ ڪوشش ڪندا هئا، مگر طبعيت جا
سادا ۽ نيوڙت وارا. سندن مجلس ۾ سندن مجلسي وڏي جي
عزت رکندا هئا، ۽ ننڍي تي مهربان رهندا هئا، ۽ گهرج
واري لاءِ حامي ٿيندا هئا. پرديسي جي حفاظت ۽ خاطرداري
ڪندا هئا. حضور جن جو هميشه جيڪو وقت گذرندو هو سو
گهڻو ڪري خدائي ڪمن ۾ گذرندو هو، پيو پنهنجن لاچاري
ڪمن ۾. حضور جن سڀني ماڻهن ۾ وڌيڪ سلڇڻا ۽ خوش خلق
هوندا هئا. حضور جن هميشه مُنهن جا سَرها ۽ خُلق جا
خاصا هوندا هئا. يعني ماڻهن سان چڱيءَ طرح ملنسار ۽
دل وٺندڙ ٿي ملندا هئا. حضور جن هميشه تڪليفون ۽ اهنج
سهندا هئا ۽ ماڻهن تي مهربان رهندا هئا، ۽ ڪڏهن به پاڻ کي
ڪنهن ڪان بزرگ يا بهتر ۽ برتر نه ڄاڻندا هئا، ۽ نه ڪڏهن
دل جا سخت يا ڪاوڙيل هئا. حضرت علي ڪرم الله وجهه
ڪان روايت آهي، ته حضور جن هٿ جا تمام ڪشادا ۽ ڇاتي
جا تمام ڪليل، ۽ آواز جا تمام سچا ۽ وعدي جا تمام وفادار
۽ طبعيت جا تمام نرم ۽ صحبت ۽ مجلس جا تمام شاندار هئا.
سندن نمونو اهڙو رعبدار ۽ پيارو هو، جو جيڪو ڪين اوچتو
ڏسندو هو ته هيبت ۾ ٻڇي ويندو هو، ۽ جيڪو ساڻن صحبت

۽ رهاڻ ڪندو هو، ته مٿن چڪن ٿي پوندو هو، ۽ جيڪو ڪين ڏسي ڪنهن ٻئي سان واڪاڻ ڪندو هو ته هي لفظ چوندو هو ته "مون حضور جن جهڙو نه اڳي ڏٺو نه پوءِ ڪو ڏسبو! حضرت انس رضي الله تعالى عنه کان روايت آهي ته حضور جن سڀني کان وڌيڪ پرهيزگار، سڀني کان وڌيڪ عابد زاهد، سڀني کان وڌيڪ عادل منصف، سڀني کان وڌيڪ بردبار ۽ گنڀير، سڀني کان وڌيڪ پوتي پاڪ ۽ گناهن کان بچيل هئا. ساڳئي حضرت انس کان روايت آهي ته حضور جن سڀني کان وڌيڪ سهڻا، سڀني کان وڌيڪ ڏاتار ۽ سڀني کان وڌيڪ پهلوان هئا. پاڻ سونهارا سڀني کان وڌيڪ انسانذات تي مهربان ۽ ٻاجهارا هئا ۽ سڀني کان وڌيڪ نافع ۽ فائده پهچائڻ وارا هئا. انسانذات لاءِ ۽ سڀني کان وڌيڪ اهل الخير هئا، انسانذات واسطي سڀني کان وڌيڪ صابر ۽ ماٺيڻا هئا. ماڻهن جي نالائقين تي، خارجة بن زيد بن ثابت رضه کان روايت آهي ته سندس پيءُ زيد رضه وٽ هڪڙو شخص آيو ۽ اچي چيائين ته "مون کي حضرت رسول الله صلي الله عليه و آله وسلم جون ڳالهڙيون ٻڌاءِ. حضرت زيد رضه چيس ته آءٌ ڪهڙيون ڳالهيون حضور جن جون ٻڌايانءِ. آءٌ سندن پاڙيسري هوس، پوءِ جڏهن مٿن خدائي پيغام ۽ ڪلام ايندو هو، تڏهن مون کي سڏيندا هئا ۽ آءٌ اهو لکندو هوس. وٽن ويٺي جيڪڏهن دنيا جو ذڪر يا ڳالهه ٻولهه اسين ڪندا هئاسين ته پاڻ به اسان جي خاطر انهن ڳالهين ۾ شريڪ ٿيندا هئا ۽ جيڪڏهن دنيا جو ذڪر ڇوڙيندا هئاسين ته پاڻ به اهڙيون ڳالهيون ڪندا هئا ۽ جيڪڏهن ماني ٽڪي يا قوت گذران جو ذڪر اچي پوندو هو ته پاڻ به شامل ٿيندا هئا يعني هروڀرو دنيا جي ڳالهين کان بيزار ڪين ٿيندا هئا. دنيا جي ڳالهه جيڪا وٽن هلائبي هئي ته پاڻ انهي نموني جي ڳالهين ۾ ڳالهين پائي ٿيندا هئا. سندن اصحاب (صحبتي) سونهارا سندن روبرو شعر به

ڪڏهن ڪڏهن چوندا ۽ ٺاهيندا هئا، جن ۾ بعضي بعضي جاهلاڻيون ڳالهيون به وجهندا ۽ بيان ڪندا هئا ۽ کلندا به هئا. ته پاڻ سندن اهو نمونو ڏسي مُرڪندا هئا ۽ انهن کي ڇينڀ ۽ ملامت ڪان نه ڪندا هئا. مگر ڪا حرام جهڙي ۽ ناجائز ڳالهه اتفاق سان ڪري وجهندا هئا ته انهيءَ ڪانِ پاڻ ضرور جهليندا هون. يعني پاڻ سڳورا اصحابن جا ناز بردار ۽ سندين معمولي ڳالهين جا سهندڙ هوندا هئا. پاڻ اڪثر مُرڪندا هئا، ۽ سندن منهن مبارڪ ۾ ڪڏهن به گهنڊ يا ٺامٽي نه هوندي هئي- اصحابن جي آڏو کلڻ، ڳالهائڻ ۽ مرڪڻ ۾ ڪو عار ڪون نه ڪندا هئا. جيڪڏهن هو کِلَ جهڙي ڳالهه ڪٿي ڪندا هئا ته پاڻ اُن تي مُرڪندا بيشڪ هئا ۽ جيڪڏهن ڪا عجب جهڙي ڳالهه ڪندا هئا ته پاڻ به عجب وٺندا هئا. اسان مٿي لکيو آهي ته اصحاب سونهارا وٺي کلندا هئا، سو کلڻ ٺهڪن سان هرگز نه هو. آهي به، سندن نمونو ڏسي مرڪڻ جهڙو کلندا هئا. ٺهڪ ڏئي کلڻ کي بي ادبي ڄاڻندا هئا.

هڪڙي ڏينهن وٺي هڪڙو اعرابي (ٻهراڙي جو ماڻهو) آيو، ۽ پاڻ انهي ڏينهن هميشه کان ٻئي نموني تي غمگين ۽ منهن ۾ بيخوف ويٺا هئا. هن اعرابي ارادو ڪيو ته آءٌ ڪجهه سوال حضور جن کان پڇان، مگر اصحابن وقت جي مناسب نه سمجهي هن کي جهليو. هن اعرابي چيو ته ڇڏيو! مون کي قسم آهي انهي ذات پاڪ جو جنهن کين نبي برحق ڪري دنيا ۾ موڪليو آهي، آءٌ کين تيسين نه ڇڏيندس ۽ سندن تيسين پچر نه ڦيٽي ڪندس جيسين پاڻ مُرڪندا نه، انهين ڇٽي پوءِ اهو اعرابي چوڻ لڳو ته يا رسول الله (صلي الله عليه و آله وسلم)، اسان ٻڌو آهي ته جڏهن ماڻهو بک ۾ پيا مرندا ته دجال پليد ڪٿي ٺاهي پيو ماڻهن کي ڏيندو. مهنجا ماءُ- پيءُ توتي قربان ٿين! اوهان جي هن بابت ڪهڙي راءِ آهي؟ آءٌ انهيءَ ڪٿيءَ مان نه کانءَ ۽ پلي مري وڃان! يا پلي

وٺي ڪان ۽ پيٽ ڀري الله تعاليٰ جا ويٺو شڪرانا ڪريان ۽ رب تي ايمان آڻيان ۽ هن پليد کي بلڪل نہ مڃان؟ حضور جن هن جو اهو گفتو ٻڌي مُرڪي وڌو ايتريقدر جو سندن اندريون هوڙون بہ ظاهر ٿي پيون. مرڪي پوءِ پاڻ فرمايائون تہ ائين نہ ڪجانءِ! جيئن ٻين مومنن کي رب تعاليٰ نور ايمان سان بيپرواه ڪندو تيئن توکي بہ بيپرواه ڪندو، مگر صبر نہ ڇڏجانءِ ۽ ڪافر جو نہ ڪائجانءِ!

حضور جن ڏاڍا دل جا مهربان هئا ۽ اصحابن سونهارن جي خاطري اهڙي ڪندا هئا، جهڙي ڪو ابو اولاد جي ڪري. جيڪڏهن ڪو اصحابي لاچار سببان مجلس ۾ اتفاق سان حاضر ٿيو تہ پاڻ ان جي پڇا ڪندا هئا ۽ جيڪڏهن ڪو اصحابي ڪنهن ڏينهن حضور ۾ حاضر نہ ٿيو ۽ ٻئي ڏينهن آيو تہ گهڻو ڪري پاڻ اهڙي اصحابي کي هي پيار جا لفظ چوندا هئا "شايد تو اي منهنجا ڀاءُ مون کان يا منهنجن ٻين يارن (اصحابن) کان ڪا تڪليف ڏٺي جو نہ آئين؟" حضور جن جي عادت هوندي هئي تہ جڏهن سندن يارن (اصحابن) مان ڪو بہ ٽي ڏينهن نہ ايندو هو تہ آن جي تمام گهڻي پڇا ڪندا هئا. پوءِ جيڪڏهن معلوم ٿيندو هئن تہ ڪاڏي ٻاهر روانو ٿيل آهي تہ سندس حق ۾ خيرسلامتي جي دعا گهرندا هئا ۽ جيڪڏهن معلوم ٿيندو هئن تہ شهر ئي ۾ آهي تہ ڪريمانو قرب ڪري پاڻ آن وٽ پنڌ ڪري ويندا هئا ۽ جيڪڏهن معلوم ٿيندو هئن تہ بيمار آهي تہ ٻاجھہ ڪري پاڻ آن جي طبعيت پرسي لاءِ ويندا هئا.

حضور جن اصحابن سان اهڙو تہ خوش منهن ڪندا هئا، ۽ هرهڪ کي اهڙي تہ تعظيم ڏيندا هئا، جو سڀڪو ڀائيندو هو تہ مون جهڙو عزت ۽ تعظيم وارو حضور جن وٽ ٻيو ڪو نہ هوندو. حضرت عمرو بن العاص رضي الله تعاليٰ عنه کان

روايت آهي تہ حضور جن شرير ۽ بدمعاش ماڻھوءَ سان بہ اھڙيءَ طرح منهن ڏيندا هئا ۽ گفتگو ڪندا هئا، جو هو موهجي ويندو هو ۽ پنهنجي شرارت ڇڏي وسري ويندي هيس. پاڻ هرهڪ صحبتي ۽ مجلسيءَ سان مٺن ـ مائٽن جهڙا حال پائي ۽ همدرد هوندا هئا ۽ ڪنهن ڏي بہ بڇان جي نظر سان نہ نهاريندا هئا. غريب کان غريب کي بہ امير جهڙي آبرو ڏيندا هئا. سندن نظر مبارڪ ۾ غريب ـ غني، امير ـ فقير سڀ هڪجهڙا هئا. پاڻ سيني کي هڪ رنگ ۾ رنگي ڇڏيو هوائون. پاڻ دل جا ڏاڍا نرم ۽ صفا هوندا هئا. الله تعالىٰ سندن تعريف ۾ کين مخاطب ڪري هيئن فرمايو آهي:

فَبِمَا رَحْمَةٍ مِّنَ اللّٰهِ لِنْتَ لَهُمْ وَلَوْ كُنْتَ فَظًّا غَلِيْظَ الْقَلْبِ لَانْفَضُّوْا مِنْ حَوْلِكَ

(١٥٩ـ آل عمران)

(ترجمو: الله تعالىٰ جي رحمت ۽ ٻاجھ آهي جو تون انهن سان نرم ٿئي هلين ٿو ۽ جيڪڏهن شوخ ۽ دل جو سخت هجين ها تہ ضرور هو توکان پري ڪناري هليا وڃن ها.)

حضرت انس رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي: حضور جن وٽ هڪڙو شخص ويٺو هو، جنهن جي ڪپڙن ۾ ڪجھ هيڊو رنگ اڳل هو. مگر جڏهن تہ حضور جن پاڻ ڪنهن هڪڙي کي خاص طرح کين ٽوڪيندا هئا، تڏهن اُنھ وقت ٻين کي فرمايائون تہ جيڪڏهن اوهين هن کي چئو تہ آئنده هيڊو رنگ استعمال نہ ڪري تہ تمام چڱو. هائو، ڪڏهن ڪڏهن پاڻ سونهارا اهڙين ضروري ڳالهين واسطي سڌي طرح بہ چئي ڏيندا هئا. جيئن حضرت عبدالله بن عمرو بن العاص کان روايت آهي تہ هڪ دفعي حضور جن

مون کي ٻه ڪپڙا ڪهنبي رنگ جا ڏٺا ته فرمائڻ لڳا ته اهي ڪهنبا ڪپڙا ڪافرن جي پوشاڪ آهي، تون نه ڍڪيندو ڪر! ٻي روايت آهي ته حضرت عبدالله ٻڌن ٿا ته يلا حضور! اهي ڌوئي ڇڏيان ته فرمائڻ لڳا ته بلڪ ساڙي ڇڏ! يعني تنبيه طور چيائونس ته ساڙي ڇڏ نه حڪماً. پاڻ سڳورا جڏهن وعظ ڪندا هئا ته ڪنهن خاص ماڻهوءَ جو نالو وٺي ان کي ڪين سمجهائيندا هئا، بلڪ عام طرح نصيحت ڏيندا هئا. جيڪڏهن ڪين ڪٿي ڪنهن خاص ماڻهوءَ جي ڏوهه يا اجائي هلت جي خبر به ملندي هئي ته ڪڏهن به ان جو نالو ظاهر ڪري انهيءَ ڏوهه بابت نصيحت نه ڏيندا هئا، بلڪ فرمائيندا هئا ته قوم جو ڪهڙو نه حال آهي! ههڙا ههڙا عيب منجهن آهن، يا چوندا هئا ته افسوس قوم جا ماڻهو ڪهڙا نه زوراور آهن، جو ههڙيون ههڙيون ڳالهيون ٿا ڪن! جيڪڏهن پاڻ ڪنهن کي ڪو اجايو ڪم ڪندي ڏسندا هئا ته سيني کي جهليندا هئا ته هن کي هروڀرو نه ٽوڪجو. پوءِ آهستي آهستي ۽ هوريان هوريان اُن کي سمجهائيندا هئا. پاڻ ٻڌيءَ ڳالهه تي ڪنھ ڪين ڏيندا هئا ۽ نه هڪڙي جي لائي-چائي ٻئي جي حق ۾ مڃيندا هئا. حضور جن گهڻو ڪري فرمائيندا هئا ته اي دوستو! اوهين ڀلائي ڪري منهنجن دوستن جون مون وٽ چڳيون ڳالهيون ڪندا ڪريو ۽ انهن جا عيب مون وٽ بيان نه ڪندا ڪريو. مون کي هي ڳالهه ڏاڍي وڻي ٿي ته آءٌ پنهنجن دوستن کي ملان ۽ انهن وٽ وڃان ته منهنجو سينو انهن لاءِ صاف ۽ سالم هجي. پاڻ سونهارا جيڪڏهن ڪن اصحابين کي ڪنهن پاسي ڪم لاءِ موڪليندا هئا ته انهن کي هميشه سمجهائيندا هئا ته ميڻا مُنهن جا ٿي گذارجو، اهڙا نه ٿي هلجو جو هو اوهان کي ڏسن ۽ نفرت (ٻڇان) ڪن ۽ هلڪا ۽ سنهنجا ٿي هلجو، بار خاطر نه ٿجو. حضور جن جڏهن پنهنجي ڪنهن اصحابيءَ کي ملندا هئا ته، هٿ-هٿ

۾ ڏني ملڻ کان اڳ سلام ڪندا هئا ۽ سلام ڪري پوءِ
هٿ- هٿ ۾ ڏئي آڱريون آڱرين سان ملائي ٿورو زور
سان مُٺ ڀيڙيندا هئا. پاڻ سونهارا جيڪڏهن ڪنهن اصحابيءَ
سان ملندا هئا ۽ ڪنهن سببان انهيءَ سان اٿندا هئا ته تيسين
پاڻ ڪين موٽندا هئا، جيسين هو شخص پاڻهي نه موٽي؛
جيڪڏهن ڪو اصحابي ملاقات وقت هٿ- هٿ ۾ ڏئي ملندو
هون ته پاڻ هٿ نه ڪڍندا هئا، جيسين هو پاڻ هٿ نه
ڪڍندو هو- ۽ جيڪڏهن ڪو اصحابي ڪا ڳجهي ڳالهه سندن
ڪن مبارڪ ۾ ڪرڻ گهرندو هو ته پاڻ ڪن ويجهو
ڪندا هئا ۽ تيسين ڪن پري نه ڪندا هئا، جيسين هو پاڻ
پري نه ٿيندو هو. حضورجن سان جيڪڏهن ڪو اصحابي اچي
ملندو هو ته پاڻ انهيءَ جي پُٺي ڦيري يا مٿي تي قرب جو هٿ
گهمائي دعا به ڪندا هئا. ڪين ڪو به جيڪڏهن سڏ ڪندو
هو ته هميشه جواب ۾ فرمائيندا هئا ”لبيڪ!“ يعني حاضر- ۽
پاڻ هميشه اصحابن کي ڪنهن نه ڪنهن عزت واري نالي
يا لقب سان سڏيندا هئا. پاڻ جڏهن ڪن ڇوڪرن وٽان
اچي لنگهندا هئا ته مٿن سلام ڪري، انهن کي خوش ڪندا هئا.
پاڻ جڏهن ڪنهن مسافريءَ تان ايندا هئا ته اول گهر ۾
ننڍڙا ٻار وٽن پيش ڪيا ۽ ملايا ويندا هئا. پاڻ سونهارا ٻارن
۽ ٻچن تي زياده مهربان ۽ ٻاجهارا هئا. وٽن جيڪي ننڍڙا
ٻار ماڻهو کڻي ايندا هئا ته پاڻ کجور وات مبارڪ ۾ چٻاڙي
انهيءَ ٻار کي کارائيندا ۽ برڪت جي دعا ڪندا هئا. حضورجن
پنهنجن دوستن انصارن کي ملڻ ويندا هئا ۽ سندن ٻارڙن
تي به سلام ورائيندا ۽ انهن جي مٿڙن تي هٿڙا گهمائيندا هئا.
پاڻ حضرت امام حسن رضي الله تعاليٰ عنه ۽ حضرت امام
حسين رضي الله تعاليٰ عنه کي پنهنجي پٺيءَ مبارڪ تي ڪنڌا
۽ چاڙهيندا هئا ۽ ڪڏهن اٺ وانگي ٻانبڙا ٿي
هلندا هئا، جيئن صاحبزادا خوش ٿين ۽ پاڻ مرڪي چوندا!

هئا ته واه واه! اوهان جو آڪ ڏاڍو چڱو آهي ۽ اوهين ڏاڍا
چڱا ڀيلهه سوار آهيو. هڪڙي دفعي پاڻ نماز ۾ سجدو پئي
ڪيائون ته حضرت امام حسن رضي الله عنه سندن مٿان چڙهي
ويٺو، پوءِ پاڻ سجده ۾ ايتري دير ڪيائون، جيتر صاحبزادو
پاڻهي پنهنجي مرضيءَ سان لٿو. حضورجن نيڪ ماڻهن کي
سندن اخلاق موجب تعظيم ڏيندا هئا ۽ شريف ۽ شان وارن
تي گهڻو احسان ڪندا هئا. پاڻ پنهنجن ننڍن وڏن، پراهن
ويجهن مائٽن کي عزت ڏيندا هئا. انهن سان هميشه مائٽي
ڳنڍيندا هئا، مگر پنهنجن مائٽن کي به ڪنهن ٻئي افضل ۽
زور ڀلي ماڻهوءَ کان وڌيڪ نه ڄاڻندا هئا. پاڻ پنهنجي ڏاڏنگ
بني هاشم کي عزت ڏيندا هئا. حضورجن حضرت عباس
تي تمام وڌيڪ مهربان هئا ۽ حضرت عباس کي اهڙي عزت ڏيندا
هئا، جهڙي پٽ عزت ڏئي پيءُ کي! جيڪڏهن حضورجن
کان ڪو مسافريءَ لاءِ موڪلائيندو هو ته پاڻ موڪلائڻي
مهل هي الفاظ چوندا هوس: تنهنجو دين، تنهنجي امانت ۽
تنهنجن عملن جا نتيجا الله تعاليٰ جي حوالي ڪريان ٿو.
پاڻ جيڪڏهن نماز پڙهندا هئا ۽ ڪو سندن لاءِ اچي ويهندو
هو ته نماز ڊگهي نه ڪندا هئا. نماز جلدئي پوري ڪري
پوءِ اُن شخص ڏي منهن ڪندا هئا ۽ پڇندا هوس ته تنهنجو
ڪو ڪم آهي؟ جيڪڏهن هن جو ڪو ڪم هوندو ته اهو
لاهي، پوءِ وري نماز شروع ڪندا هئا. پاڻ آئي جي آدرڀاءُ
ڪندا هئا. بعضي بعضي ته پنهنجو ڪپڙو به انهيءَ کي وڇائي
ڏيندا هئا، اگرچه انهيءَ سان ڪا مائٽي يا ٿيج شريڪائي نه
به هوندي هين. ونن جيڪڏهن ڪو نئون ماڻهو ايندو هو
ته پنهنجو وهاڻو ڪڍي ان کي ڏيندا هئا. پر جيڪڏهن هو
انڪار ڪندو هو ته زور ڪري به قبول ڪرائيندا هوس.
حضرت انس بن مالڪ رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته مون
سچا ڏهه ورهيه حضورجن جي خدمت ڪئي، مگر پاڻ ڪريمن

مون کي ڪڏهن رکو اُف به ڪانه چيائين ۽ جيڪڏهن ڪو ڪم ڪري ايندو هوس ته ڪڏهن به مون کي ائين ڪونه چوندا هئا ته اهو ڇو ڪيئي، جيڪڏهن ڪو ڪم ڪونه ڪري ويندو هوس ته ڪڏهن به مون کي نه چيائون ته ڇو نه ڪيئي؟ ساڳيو حضرت انس رضه فرمائي ٿو ته آءٌ ائين ورهيه جو هوس ته حضورجن جي خدمت چاڪري لاءِ حضور ۾ حاضر ٿيو هوس ۽ سڄا ڏهه سال سندن حاضريءَ ۾ رهيس، مگر قربان وڃان سندن قربن تان، پاڻ ڪريمن قرب وارن ڪڏهن به مون کي ڪنهن ڪم تان نه جهڙڪيو. پر جيڪڏهن ڪو حويلي جي ماڻهن مان مون کي ڪٿي جهڙڪيندو به هو ته پاڻ فرمائيندا هئا ته ”نه ڇڙوس ڇڏي ڏيوس، جيڪڏهن اهو ڪم ٿيڻو هجي ها ته ٿي پوي ها.“

ساڳي حضرت انس رضه کان روايت آهي: فرمايو حضرت انس رضه ته هڪڙي ڏينهن آءٌ حضورجن سان گڏ پئي ويس ۽ کين هڪ نجراني چادر ڍڪيل هئي، جنهن جا پلوَ ٿلها ۽ کُهرا هئا. اوچتو کين هڪڙي اعرابي (ٻهراڙي جي ماڻهو) انهيءَ چادر کان وٺي هڪ سخت ڇڪ ڏني، جنهنڪري سندن ڪلهي مبارڪ تي ڏنو ٿي پيئو. آهو اعرابي ڇڪي ڏئي چوڻ لڳو: اي محمد عليه الصلوات! مون کي ڪجهه ڏيار؟ حضورجن ڏانهنس نهاري مرڪي ڏنو ۽ حڪم ڪيائون ته هن کي راضي ڪريو. حضورجن طبعيت جا سدا بهار ۽ کِلڻا هوندا هئا نه دل جا ڪٺور ۽ سخت.

اُم المومنين (مومنن جي ماءُ) بيبي عائشه رضي الله تعاليٰ عنها کان روايت آهي ته حضورجن هميشه حياءَ وارا ۽ شرميلا هوندا هئا ۽ نه بازارين ۾ ڪڏهن وڏي واڪي سان ڳالهائيندا هئا ۽ نه بڇڙائيءَ جو عوض بڇڙائي سان ڏيندا هئا. ڏوهاري کي معافي ڏيندا ۽ چشم پوشي ڪندا هئا. حضرت امام غزالي رحمة الله عليه احياءالعلوم ۾ لکيو آهي ته توريت ۾ حضورجن

جي تعريف هنن لفظن ۾ لکيل آهي: محمد (عليه الصلواة والسلام) الله تعاليٰ جو رسول منهنجو نيڪ ٻانهو آهي، نہ دل جو سخت ۽ ڏاڍو، ۽ نہ بازارين ۾ بلند آواز سان ڳالهائيندڙ، ۽ نہ بڇڙائي جو عوض بڇڙائي سان ڏيندڙ، بلڪ ڏوهاري کي معافي ڏيندڙ ۽ چشم پوشي ڪندڙ آهي. سندس ڄم جي جاءِ مڪي ۽ لڏي وڃي رهڻ جي جاءِ مديني ۾ ۽ سندس حڪمراني شام ۾ هوندي، گوڏ ٻڌندڙ هوندو ۽ ساڻس گڏ قرآن پاڪ ۽ علم جا حافظ ۽ مشنري (واعظ) هوندا، هٿ-پير ڌوئيندڙ هوندو. اهڙيءَ طرح سندن تعريف انجيل ۾ بہ آهي. پاڻ ڪنهن تي ظلم نہ ڪندا هئا ۽ نہ ڪنهن کي ماريندا هئا، اگرچہ ڪنهن مار جهڙو ڪم بہ ڀلي ڪٿي ڪيو هجي. ڪو ماڻهو ڪو ڏوهہ ڪري، جيڪڏهن ولن معافي گهرندو هو تہ پاڻ هڪدم معافي ڏيندا هئا، ڪهڙو بہ ڏوهہ هوندو هو. جيڪڏهن ڪو بدبخت حضور جن کي ايذائيندو يا اهنج رسائيندو هو تہ پاڻ چشم پوشي ڪندا هئا ۽ زبان مبارڪ سان هي لفظ فرمائيندا هئا، "الله رحمت ڪري منهنجي ڀاءُ موسيٰ تي، جنهن کي مون کان وڌيڪ تڪليفون رسيون، مگر صبر ڪيائين." جيڪڏهن جائز راند سندن اڳيان گذرندي هئي تہ پاڻ ڏسندا هئا ۽ جيڪڏهن ڪو بدبخت ڪين سخت لفظن سان گهٽ-وڌ چوندو هو تہ پاڻ سهندا هئا ۽ ڪو بہ عوض ڪونہ وٺندا هئا. جيڪڏهن حضور جن کي ڪو ماڻهو ڪنهن جي بہ حق ۾ بددعا (پٽ) لاءِ استدعا ڪندو هو تہ پاڻ هرگز ڪنهن کي ڪين پٽيندا هئا، بلڪ هٿين چڱي دعا ڪندا هئا. پاڻ سونهارن ڪڏهن بہ ڪنهن پنهنجي بيبي يا خادم (نوڪر) وغيره کي پنهنجن هٿن سان مار نہ ڪڍي، مگر جهاد (ڪافرن سان جنگ) ۾ ڪافرن کي ماريائون. حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي تہ پاڻ سونهارن کي جيڪڏهن ڪو نوڪر ڪاوڙائيندو

هو ته حضور جن فرمائيندا هئا: جيڪڏهن قيامت جي ڏينهن عوض ڏيڻ ۽ حساب ڪتاب جو ڊپ نه هجيم ها ته هوند هن ڏندڻ سان مار ڪيان ها. جڏهن ته احد جي جنگ ۾ ڪافرن سندن ڏند مبارڪ شهيد ڪيا ۽ منهن مبارڪ تي ڌڪ لڳن، تڏهن اصحابن سونهارن کي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ سيني عرض ڪيو ته سائين! جيڪڏهن ڪافرن کي پٽيو ته چڱو. پاڻ فرمايائون ته مون کي رب تعاليٰ دنيا ۾ نه پيدا ڪيو آهي پٽيندڙ ۽ نه لعنتون وجهندڙ، پر آءٌ دنيا ۾ مخلوق خدا جي حق ۾ چڱي دعا ڪندڙ ۽ خاص رحمت ٿي آيو آهيان. خدايا تون منهنجي قوم کي هدايت ڏي، جو ته اهي مون کي نٿا سڃاڻن ۽ نٿا ڄاڻن! حضور جن ڪڏهن به پنهنجي نفس جي خاطر ڪاوڙ نه ڪئي ۽ نه پنهنجي نفس جي ڪارڻ ڪنهن کان به ڪڏهن پلؤ يا عوض ورتئون. پاڻ ڪاوڙ تڏهن ڪندا هئا، جڏهن ڏسندا هئا ته الله تعاليٰ جون عزت واريون شيون ٿيون بي عزت ٿين، پوءِ سندن ڪاوڙ کي ڪو ڪونه هٽائي سگهندو هو، جيسين حق پورو نه ٿيندو هو. ڪين جڏهن معمولي طرح ڪاوڙ ايندي هئي ته پاڻ منهن ڪٽي پاسي ڪندا هئا. ويجهو، پراهون، هيٺو ۽ ڏاڍو حق جي ڳالهه ۾ وٽن برابر ۽ هڪ جهڙو هوندو هو. حضرت امام حسن رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي: امام حسن رضي الله تعاليٰ عنه چيو ته مون پنهنجي پيءُ کان حضور جن جي هلت چلت بابت پڇيو ته پاڻ سونهارا پنهنجن رفيقن سان ڪيئن هلندا هئا؟ بابي سائينءَ فرمايو ته پاڻ سڳورا هميشه منهن ۾ خوش ۽ خليق، صحبت جا نرم هوندا هئا، پاڻ دل جا سخت ۽ طبعيت جا شوخ ۽ زبان دراز يا بد سخن ۽ ماڻهن جا عيب ڳوليندڙ بلڪل ڪين هئا. جا ڳالهه سندن طبعيت کي نه وڻندي هئي تنهن کان چشم پوشي ڪندا هئا. جو وٽن ڪا اميد رکي ايندو هو ته نا اميد ٿي نه موٽندو هو. ٽن ڳالهين کان پنهنجي نفس کي

ٻڌائيندا هئا: رياءَ (ڏيکاءُ) ڏيڻ، اجايو ۽ بي مطلبو ڪم ڪرڻ. ۽ ٽن ڳالهين کان پاڻ کي بچائيندا هئا: ڪنهن کي ڀڄڙو نہ چوندا هئا نہ ڪنهن جو عيب ڳوليندا هئا ۽ نہ ڪنهن جي آڳاٽ جي جاچ ڪندا هئا. ثواب جهڙي ڳالهہ کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ ڳالهائيندا هئا. پاڻ سونهارا جڏهن ويٺا گفتگو ڪندا هئا تہ سندن مجلسي اصحاب سونهارا ڪنڌ هيٺ ڪيو ويٺا هوندا هئا. اهڙيءَ طرح جو ڄڻ سندن مٿن تي پکي ويٺا آهن. پوءِ جڏهن پاڻ ڳالهہ پوري ڪري بس ڪندا هئا، تڏهن اصحاب سونهارا بہ ڳالهہ ٻولهہ ڪندا هئا. پر حضور جن جي حضور ۾ اصحاب سونهارا ڪڏهن بہ ڪنهن ڳالهہ تان جهيڙو جهڳڙو نہ ڪندا هئا. جيڪو ڪو وٽن سندن ڳالهائڻ جي وچ ۾ ڳالهائيندو هو تہ اصحاب سونهارا انهي کي جهليندا هئا، ۽ سيڪو ڌار ڌار وٽن ڳالهائيندو هو. جيڪڏهن ڪو ڳڏيل ڪم وٽي ايندا هئا تہ هڪڙو پهريون منجهان ڳالهائيندو هو. جنهن ڳالهہ تان اصحاب سونهارا کلندا هئا يا عجب وٺندا هئا ۽ آهو ڪم يا ڳالهہ برابر کلڻ يا عجب جهڙي هوندي هئي تہ پاڻ بہ انهن سان گڏجي کلندا ۽ عجب وٺندا هئا. ائين نہ تہ مدمغ ٿيا ويٺا هوندا هئا يا پنهنجن صحبتين رفيقن جي اڳيان يا انهن سان گڏ کلڻ يا عيب سمجهندا هئا، هرگز نہ. جيڪڏهن ڪو مسڪين يا مسافر ڪا دانهن ڪٺي ايندو هو تہ پاڻ ان جو ڳالهائڻ ڪن لائي ٻڌندا هئا ۽ سوال ان جو چڱيءَ طرح سُڻندا هئا. جيئن تہ سندن حاضري ۾ رهندڙ اصحاب سونهارا انهي جو ڪم پورو ڪري ڇڏيندا هئا. پاڻ فرمائيندا هئا تہ جڏهن ڪو احتياج مند ڏسو تہ انهي سان نرم ٿي هلو، ۽ سندس ڪم جي پورائي جي ڪوشش ڪريو. پاڻ ڪنهن جي تعريف نہ ٻڌندا هئا، مگر جيڪو احسان جي سچي ۽ واجبي تعريف ڪندو هو. پاڻ ڪنهين کي بہ ڳالهائڻ کان نہ جهليندا هئا، جيسين هو حد کان نہ لنگهندو هو. جيڪڏهن

حد کان لنگهندو هو تہ پوءِ پاڻ جهليندا! هئا يا آڻندا هئا، جنهنڪري هو ڪٿي ڳالهہ پوري ڪندو هو. حضور جن مسڪينن جا دوست غريبن جا يار هئا. جيڪڏهن ڪو غريب ۽ سچو هوندو هو تہ غريبت ۽ سچائيءَ جي ڪري انهي کي گهٽ ڪين سمجهندا هئا. پاڻ دنيا ۾ ائين گذاريندا هئا، جيئن ڪو واٽ واهو پرديسي مسافر گذاري. ڪين ڪاڏي پيتي لاءِ جيڪي موجود ٿي ملندو هو تہ بسم الله ڪري کائيندا هئا ۽ کائي پوءِ ڏيندڙ ڏاتار جو شڪر ڪندا هئا، ۽ ڪڏهن بہ ڪنهن سادي کاڌي مان ويڪ يا عيب نہ ڪڍندا هئا. جيڪي ملندو هون سو کائيندا هئا، جتي ايندو هون آتي سمهندا هئا. جيڪڏهن ڪو هنڌ بسترو نہ هوندو هو تہ زمين تي ئي ليٽي پوندا هئا. پاڻ اڪثر هيئن فرمائيندا هئا:

## كن في الدنيا كانك غريب او عابر سبيل

(دنيا ۾ ائين گذار، جيئن ڪو مسافر پرديسي يا واٽ واهو.)

سندن طبعيت ۾ نياز ۽ نيوڙت ڏاڍي هئي. پاڻ جڏهن کائڻ ويهندا هئا تہ غريبن مسڪينن وانگي ويهي کائيندا هئا. ٽيڪ ڏئي يا ڪرسي ميز تي ڪونہ کائيندا هئا. فرمائيندا هئا تہ آءٌ بہ خداوند پاڪ جي ٻانهن مان هڪ ٻانهڙو آهيان، ۽ ٻانهن وانگي ويهي ٿو کاڻ. ڪين ڪير، ميٺاڻ ۽ گوشت اڪثر پسند هو. ۽ پاڻ ساڄي هٿ سان کائيندا هئا ۽ ساڄي هٿ سان سيڪو ڪم ڪندا هئا. مگر استنجا ۽ نڪ صاف ڪرڻ، اهي ٻيئي ڪم کاٻي هٿ سان ڪندا هئا. جنهن شيءِ ۾ ڪا تکي ٻانس هوندي هئي جهڙي ڪچي ٿوم يا ڪچو بصر تہ پاڻ ڪين کائيندا هئا. ڏندڻ سان سندين ڏاڍي دل هوندي هئي، جو تہ پاڻ سٺائي ۽ صفائي کي پسند ڪندا هئا. پاڻ مڪلف ۽ لٽ واريون شيون ڪين پسند ڪندا هئا، مگر خوشبو ۽

سُرهاڻ ڏاڍي وڻندي هُين. پاڻي پيئڻ وقت ٽي ساهيون کڻندا هئا. کين مٺو ۽ ٿڌو پاڻي پسند هوندو هو. سندن پيالو ڪاٺ جو هوندو هو، جنهن ۾ هڪ زنجيري لوهه جي پيل هوندي هئي. پاڻي اڪثر انهي پيالي ۾ پيئندا هئا. کائڻ کان اڳ ٻه، پوءِ ٻه هٿ ڌوئندا هئا. پاڻ کائڻ مهل بسم الله پڙهندا ۽ بس ڪرڻ مهل هي لفظ چوندا هئا:

## الحمد لله الذي اطعمنا واسقنا و جعلنا من المسلمين

(ساراهه آهي انهي مولا سائين جي، جنهن اسان کي کارايو پياريو ۽ مسلمانن مان پيدا ڪيو.)

پاڻ گهٽو ڪري گِره پنجن آڱرين سان کين کڻندا هئا، جنهن مان معلوم ٿيندو هو ته کين ٿورو ئي کائڻو آهي، ۽ پاڻ کائڻ مهل اڪثر اوڪڙون ويهي کائيندا هئا، ۽ فرمائيندا هئا ته آءٌ هن طرح انهي ڪري ٿو کاڻ، جو نوڪر ۽ ٻانهان انهيءَ طرح کائيندا آهن، ڇالاءِ ته انهن کي هميشه پنهنجي ڌڻيءَ جو خيال رهندو آهي، سو آءٌ به انهي ڪري ائين کاڻ ٿو ته متان مالڪ جو سڏ ٿيم ته جلد اوڏاهين وڃي پڄان. ٻه-ٽي گره جيڪي کاڻ ٿو سو رکو حياتي ۽ قوت گذران لاءِ، نه پيٽ ڀرڻ لاءِ. حضورجن کي جيڪڏهن ڪو مشڪل پيش ايندو هو ته پاڻ نماز پڙهڻ شروع ڪندا هئا، ۽ فرمائيندا هئا ته انسان سجده ۾ پنهنجي مولا سان اوڏڙو ٿيو ٿئي. پاڻ هرحال ۾ پنهنجي مولا جو ذڪر فڪر ڪندا هئا. کائڻ پيئڻ، اٿڻ ويهڻ، سمهڻ جاڳڻ، مسجد ۾ وڃڻ ۽ مسجد مان نڪرڻ، گهر ۾ وڃڻ، گهر مان نڪرڻ، رکو جاءِ ضرور ۾ وڃڻ وقت به الله تعالیٰ کي نه وساريندا ۽ هيئن چوندا هئا:

## اللهم اعوذبک من الخبث و الخبائث

(خدايا، گندگي ۽ غلاظتن کان بچائينم.)

مطلب تہ ڪنهن بہ حال ۾ سندس ذڪر فڪر ڪي نہ ڇڏيندا هئا. سندن سمهڻ، جاڳڻ ۽ اُٿڻ ويهڻ سڀ عبادت هو. شاهہ ڀٽائيءَ چيو آهي ”سُتائي جاڳن نينڊ عبادت جن جي.“ پاڻ سڀني اڳين نبين جي عزت رکندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ:

## لا تفضلواني علیٰ يونس

(مون کي رکو حضرت يونس عليه السلام کان بہ وڏيڪ وڏو نہ سمجهو.)

سندن پرهيزگاري اهڙي هوندي هئي، جو جڏهن زالون سندن خدمت ۾ بيعت (مجوتي) ڪرڻ اينديون هيون تہ پاڻ ڪڏهن بہ ڪنهن عورت جي هٿ ۾ هٿ نہ ڏيندا هئا، بلڪ پاڻيءَ جو پيالو پرائي رکندا هئا. انهيءَ ۾ پاڻ بہ هٿ ٻوڙيندا هئا ۽ بيعت ڪندڙ عورت بہ هٿ ٻوڙيندي هئي. انهيءَ طرح زالن جي بيعت وٺندا هئا*. پاڻ ڏاڍا حضور شرم هئا، حياءَ ايترو هئن، جو ڪنواري ڇوڪريءَ کان بہ وڌيڪ. انهيءَ ڪري پاڻ رحم ۽ ٻاجهہ جا صاحب هئا. پاڻ پنهنجن ٻارن ٻچن سان منصف ۽ عادل ٿي گذاريندا هئا. سندن سچيون نوَ (9) بيبيون هيون، مگر سڀني کي پاڻ راضي ۽ خوش رکندا هئا ۽ هڪ جهڙو ڀائيندا هئا، جو ڪو انسان هوند ڪري نہ سگهي. مگر پاڻ اهو نمونو دنيا کي ڏيکاريئون ۽ اهڙي تعليم بہ ڏنائون تہ گهر ۾ هن طرح انصاف سان هلجي. پاڻ ڳالهائڻ جا اهڙا تہ فصيح ۽ بليغ هئا، جو عرب جا وڏا وڏا قابل مٿن حسد ڪندا ۽ ڪانئن سڙندا هئا. حضور جن سخي بہ اهڙا هئا جو اڄ تائين

---

* هن وقت جا پير ۽ مرشد، جو مائهن جي گهرن ۾ وڃو مريدن جي زالن کي پيرين پوڻ ڏيندا آهن، پاڻ انهن جي مٿن تي برڪت جا هٿ گهمائيندا آهن ۽ ستر ۽ پرده جي برخلاف زالن کي ڏسندا آهن، سو سڀ خلاف شرع ۽ حرام آهي.

نہ کو ٿيو نہ کو ٿيندو۔ سڄي دنيا کي معلوم آهي تہ پاڻ انهي ملڪ جا ڄا بلڪ ڪيترن ٻين ملڪن جا بہ بادشاھہ ٿي چڪا هئا، پر سڄي عمر فقيريءَ ۾ گذاريائون، سڀ مال دولت ۽ ساري ملڪيت الله جي نالي تي ڏيندا هئا. اڄ ڪو اهڙو بادشاھہ يا سخي ڪونهي جو فقير هجي ۽ بادشاهي ڪري. پاڻ پهرين درجي جا عادل هئا. الله تعاليٰ جي حڪمن موجب جيڪڏهن ڪنهن تي ڪا سخت کان سخت سزا ٿيندي هئي تہ پاڻ عدل جي سببان پوئتي ڪين پوندا هئا، اگرچہ سزا جي لائق ڪو پلي سندن عزيز هجي. پاڻ همت جا اهڙا قوي ۽ اهڙا مستقل مزاج هئا، جو هزارن دشمن مخالفن هوندي بہ پاڻ اڪيلا گهمندا وتندا هئا. ڪنهن جي بہ پرواہ نہ رکندا هئا، هڪ خداوند قدوس تي توڪل هوندي هئن. پاڻ، پاڻ کي پنهنجي پيغمبري واري دعويٰ ۾ سچو سمجهندا هئا: يقين هوَن، تہ خدا مون کي پيغمبر ڪيو آهي، تحقيق آءٌ پيغمبر آهيان، ضرور مون تي وڏو فرض رکيل آهي ۽ پڪ فتحمند ۽ ڪامياب ٿيندس. جهڙيءَ طرح ٻين تي فرض هو: الله واحد جي وحدانيت ۽ رسول مقبول عليه‌الصلواة والسلام جي رسالت تي ايمان آڻڻ، اهڙيءَ طرح پاڻ بہ پاڻ تي فرض سمجهندا ۽ ڪلمو شريف لااله الاالله محمد رسول‌الله صلي‌الله عليه و آله وسلم پڙهندا هئا. پاڻ امانت ۽ ديانت ۾ اهڙا تہ مشهور هئا، جو ننڍي هوندي کان ئي ساري عرب جا ماڻهو ڪين امين سڏيندا هئا. مطلب تہ حضور جن ۾ آهي آهي اعليٰ اخلاق ۽ ڪريمانہ عادتون هيون، جو دنيا ۾ بني‌آدم جي ڪنهن بہ فرد بشر ۾ اول کان وٺي آخر تائين نہ هيون، نہ لڀنديون. ڪنهن بہ اُمت کي اهڙو غمخوار نبي، ڪنهن بہ اولاد کي اهڙو پيار ڪندڙ پيءُ، ڪنهن بہ بيبيءَ کي اهڙو خوش خلق خاوند، ڪنهن بہ رفيق کي اهڙو سچو شفيق ۽ رفيق، ڪنهن بہ شاگرد کي اهڙو مشفق اُستاد، ڪنهن بہ مريد کي اهڙو مهربان

مرشد ڪنهن به گمراهه کي اهڙو رهبر ۽ هادي، ڪنهن به ملڪ کي اهڙو منتظم بادشاهه بلڪ ساري دنيا کي اهڙو فائق فاتح ڪڏهن به نصيب نه ٿيو هوندو نه ٿيندو.

**اللهم صل علیٰ سيدنا سيد ولد آدم حضرتنا هادي سڪان عالم وعلي آله واصحابه وبارڪ وسلم**

## حضور جن جي اخلاق جو تفصيلوار ذڪر

اسان مٿي حضور انور صلي الله عليه و آله وسلم جا اخلاق مجمل ذڪر ڪيا آهن، اگرچه هي دعويٰ ڪرڻ ته حضور جن عليه الصلواة والسلام جي اخلاق پاڪ جو تفصيل ڏئي سگهجي ٿو، سو ساري دنيا جي واريءَ جي داڻن ڳڻڻ جي برابر آهي، مگر تاهم ”مشتي از خروار و نمونه از انبار“ ڪجهه تفصيل سان ذڪر ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو.

## حضور جن جي نهٺائي ۽ نرمي

حضور جن حد کان وڌيڪ نرم مزاج ۽ نهٺا طبع جا هئا. گهڻو ڪري مات ۾ گذاريندا هئا. دنيا جون ڪيتريون به تڪليفون ۽ آزمائشون مٿن اينديون هيون ته به مُنهن مبارڪ ڪڏهن ڪين گهنجائيندا هئا. اميرالمؤمنين حضرت عمر رضه کان روايت آهي ته حضور جن فرمائيندا هئا ته منهنجي بي‌انداز ۽ وڌاءُ سان تعريف نه ڪريو، جيئن نصارا حضرت عيسيٰ جي وڌاءُ سان تعريف ڪري ڪيس خدا جو پٽ چئي گمراه ٿيا. آءٌ خدا جو ٻانهون آهيانوَ مون کي فقط خدا جو بندو ۽ رسول الله سمجهندا ۽ چوندا ڪريو. سندن نهٺائي ۽ نرمي اهڙي ته اثر واري هئي، جو سندن پاڙي وارا ڪين چڙي ۽ اڏي وجي ٻئي هنڌ گذارڻ هرگز پسند ڪين ڪندا هئا. ڪنهن به ڪم لاءِ وٽن ڪو به غريب يا غني ايندو هو ته پاڻ انهيءَ سان گڏجي وڃي اهو ڪم پورو ڪري ايندا هئا.

واجبي ڳالهه ڪير بہ ڪندو هو، اگرچہ غلام يا مسڪين ڪندو هو تہ پاڻ انهيءَ جي قبول ڪرڻ ۽ مڃڻ ۾ هٺ يا وڏائي نہ ڪندا هئا. پاڻ صبح جي نماز پڙهي واندا ٿيندا هئا تہ عام طرح پڇا ڪندا هئا تہ ”ڪو بيمار هجي تہ آءٌ مزاج پرسي ڪرڻ وڃانس يا ڪنهن جو قضيو ٿيو هجي تہ جنازه نماز وجي پڙهان يا ڪنهن ڪو خواب ڏٺو هجي تہ آءٌ تعبير ڪري ڏيانس.“

حضور جن زمين تي ويهندا هئا ۽ زمين تي کاڌو کائيندا هئا. ڪيترن نوڪرن هوندي بہ ٻڪريون پاڻ ڏهي ڏيندا هئا. جيڪڏهن ڪو غريب سندن دعوت ڪندو هو تہ انهيءَ وٽان اڻ ڇنيل جون جي اٽي جي ماني کائي، ڏاڍا خوش ٿيندا هئا. جن مسڪينن، محتاجن ۽ ابالڙن کي ڪو پڇندو ئي ڪونہ هو، تن جي خدمت پاڻ ڪندا هئا. غريب ۽ ضعيف ماڻهن وٽ پاڻ پنڌ ڪري ويندا هئا ۽ وڃي انهن سان ملاقات ڪندا هئا. غريب بيمارن جي خدمت ڪندا هئا. اخلاق واري انسان جي حضور جن ڏاڍي عزت ڪندا هئا. پاڻ اهڙا تہ طبعيت جا سادا هوندا هئا، جو جيڪڏهن ڪو بہ ڪين پاڻهن کان وٺي ڪاڏي وٺي ويندو هو تہ پاڻ خوشيءَ سان هليا ويندا هئا. ابوعقيل رضہ کان روايت آهي تہ حضور جن وٽ هڪ مائي آئي، جنهن کي پاڻ سونهارن پنهنجي چادر وڇائي، اُن تي ويهاريو ۽ گهڻي تعظيم ڏنائونس. پوءِ معلوم ٿيو تہ آها مائي سندن، ننڍ پڻ جي ڪري ماءُ هئي. حضور جن پنهنجن نوڪرن کي پاڻ جهڙو پائيندا هئا. پاڻ انهن سان گڏ ويهي کائيندا ـ پيئندا هئا. انهن سان پاڻ گڏجي ويهڻ پسند ڪندا هئا ۽ هميشه رب تعالىٰ کان هي دعا گهرندا هئا:

اللهم احيني مسكينا وامتني مسكينا
واحشرني في زمرة المساكين

(خدايا جياريم مسڪين ڪري، ماريم مسڪين ڪري
۽ آٿاريم بہ مسڪينن جي قطار ۾.)

پاڻ سونهارا مسڪينن جي ايتري قدر خدمت ڪندا هئا، جو رڳو انهن جي ميرن ڪپڙن مان جُون بہ پاڻ ڪڍي صفا ڪري ڏيندا هون. پنهنجي ڦاٽل ڪپڙي کي پاڻ ٽوپو ڏيندا هئا. گهر جو ڪم ڪار پنهنجن هٿن سان ڪندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن گهر جي صفائي لاءِ پاڻ ٻهاري ڏيندا هئا. پاڻ اڪثرين لٽڪيل ڪپڙا ڍڪيندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ جو منهنجي سنت (طريقہ) کان بيزار آهي، سو منهنجو نہ آهي. پاڻ ٻڪرين يا اٺن کي گاهہ ڪٽي وجي وجهندا هئا. نوڪرن جي اڳيان ٽي ويهي اٽو ڳوهيندا هئا. بازار مان سودو سلف پاڻ وٺي ايندا هئا. حضرت ابوهريره کان روايت آهي تہ هڪڙي ڏينهن حضورجن بازار ۾ وڃي ڳوڏ جو ڪپڙو خريد ڪيو. آءٌ حضورجن سان گڏ هوس. مون خيال ڪيو تہ اهو ڪپڙو آءٌ کڻي هلان، مگر حضورجن مون کي هٿ بہ لائڻ نہ ڏنو ۽ فرمايائون تہ اهو ڪم شيءِ جي مالڪ جو آهي ۽ آءٌ توکي پاڻ کان گهٽ ڇو سمجهان. آخر پاڻ اهو ڪپڙو کڻي گهر تائين هليا آيا. حضرت انس کان روايت آهي تہ حضورجن جا اصحاب، حضورجن جا سچا فدائي ۽ شيدائي هئا، انهيءَ ڪري جڏهن جڏهن حضورجن کي ايندو ڏسندا هئا تہ ادب سببان اٿندا هئا، مگر حضورجن کي انهن جو اٿڻ خوش ڪين لڳندو هو. حضورجن اگرچہ پهرين نمبر جا متواضع (نهٺا) هئا، مگر تنهن هوندي بہ خداداد رعب ۽ شان بہ اهڙو هون، جو ڪوبہ ماڻهو جرات ڪري وٽن بيپرواهيءَ سان لنگهي ڪين سگهندو هو. سندن مجلس حلم، حياءَ، امانت، ديانت، صبر ۽ وقار جي مجلس هئي، سندن مجلس ۾ ڪنهن جو بہ بلند آواز ڪونہ ٻڌبو هو. سندن مجلس اهڙي سادگي سان ٿيندي هئي، جو پرديسي ۽ اڻ واقف ماڻهو سڃاڻي ڪين سگهندو هو

تہ هن مجلس ۾ رسول اللّٰه صلي اللّٰه عليه و آله وسلم ڪھڙو آهي.
ماڻهن جي تڪليف وڃائڻ لاءِ اصحابن هڪ ڏڪي مٽاهين ٺاهي،
لاچار جنهن تي ڏاڍي ڇنو ڇواءِ سان حضورجن ڪي ويهڻ لاءِ
سجايائون. انهيءَ ڪان پوءِ پهرين ماڻهوسڏو حضورجن جي خدمت
۾ اچي حاضر ٿيندو هو ۽ پڇا ڪرڻي ڪانہ پوندي هيس.

## حضورجن جي بردباري ۽ تحمل

حضورجن حد درجي جا بردبار ۽ طبعيت جا سهندڙ هئا.
ڪين ڪيترو بہ ڪو ستائيندو ۽ تڪليف ڏيندو هو تہ پاڻ بلڪل
سهي ويندا هئا، انئين آن سان وڏيڪ نرم ۽ ڇگا ٿي هلندا
هئا. روايت آهي تہ هڪڙي يهودي جو مٿن ڪجھہ قرض
هو، سندس قرض جو مدو بہ اڃا پورو نہ ٿيو هو تہ آهو گهرڻ
آيو ۽ گهرڻ ۾ گهڻي ڪجھہ سختي ڪيائين. هن جيئن جيئن
سختي پئي ڪئي، تيئن تيئن حضورجن نرمي سان جواب
پئي ڏنو. آخر گهٽ وڌ ڳالهائڻ بہ لڳو. يهوديءَ جي ايتري قدر
بيجا ۽ بي سبب گستاخي ڏسي، حضرت اميرالمؤمنين عمر رضي
اللّٰه تعاليٰ عنه کي غصو آيو ۽ هن کي چڙٻ ڏئي چيائين
تہ جيڪڏهن تون هھڙي پاڪ مجلس ۾ نہ هجين ها تہ آءٌ
باهر تنهنجي گردن آڏائي ڇڏيان ها. حضورجن حضرت عمر رض.
کي فرمايو، ياعمر! ائين ڪرڻ نہ گهرجي، توکي گهربو هو تہ
تون مون کي هن جي حق ادا ڪرڻ لاءِ چئين ها ۽ هن کي
نرمي سان تقاضا ڪرڻ ۽ گهرڻ سمجهائين ها. جهڻڪڻ ۽
غصہ ڪرڻ مناسب نہ هو. وڃ، وڃي هن کي منهنجي پاران
قرض جا پئسا ڏي ۽ تو جو کيس جهڻڪيو آهي، تنهن جي
عوض ۾ ڪجھہ وڌيڪ ڏئي راضي ڪرينس. يهوديءَ، جو
حضورجن جو اهو اخلاق ڏٺو، سو حيران ٿي ويو ۽ آتي
جو آتي ڪلمو پاڪ لا اله الاالله محمد رسول الله صلي الله
عليه و آله وسلم پڙهي مسلمان ٿيو ۽ چوڻ لڳو تہ مون تورات

۾ آخر زماني جي پيغمبر بابت پڙهيو آهي ته ماڻهو جيئن جيئن ساڻس سختي ڪندا، تيئن تيئن هو نرمي ڪندو. الله تعاليٰ جل جلاله پڻ قرآن پاڪ ۾ اهڙي ئي طرح فرمايو آهي:

فَبِمَا رَحْمَةٍ مِّنَ اللّٰهِ لِنْتَ لَهُمْ وَلَوْكُنْتَ فَظًّا غَلِيْظَ الْقَلْبِ لَانْفَضُّوْا مِنْ حَوْلِكَ

(١٥٩- آل عمران)

(هي الله تعاليٰ جي ئي مهرباني آهي جو تون انهن سان نرم آهين ۽ جيڪڏهن تيز مزاج ۽ سخت دل هجين ها ته سڀ تو وٽان ڀڄي وڃن ها.)

اهڙيءَ طرح ٻئي هنڌ فرمايل آهي:

لَقَدْ جَآءَكُمْ رَسُوْلٌ مِّنْ اَنْفُسِكُمْ عَزِيْزٌ عَلَيْهِ مَا عَنِتُّمْ حَرِيْصٌ عَلَيْكُمْ بِالْمُؤْمِنِيْنَ رَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ

(آيت ١٢٨- سورت التوبه)

(بيشڪ آيو اوهان وٽ اهڙو رسول اوهان مان ئي، جو اوهان جو ڏکيو گذارڻ، هن کي ڏکيو لڳندو آهي، اوهان جي ڀلائي بابت هو مشتاق آهي. مومنن تي مهربان ۽ ٻاجهارو آهي.)

اهڙيءَ طرح وري ٻئي هنڌ پڻ قرآن پاڪ ۾ ارشاد ٿيل آهي:

وَمَا اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا رَحْمَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ

(١٠٧- انبياء)

(اي پيغمبر! اسان توکي دنيا جي رحمت ڪري، دنيا ۾ موڪليو آهي.)

جيڪڏهن ڪو شخص بيخبريءَ ۾ ڪو ڏوهه ڪري وجهندو هو ته پاڻ اُن کي نرميءَ سان سمجهائيندا هئا. روايت آهي ته هڪڙو ٻهراڙيءَ جو ماڻهو مسجد نبوي ۾ آيو ۽ اُتي اوچتو پيشاب لڳس ته پاسو وٺي مسجد ئي ۾ لڳو پيشاب ڪرڻ. اصحاب سونهارا ڏاڍا خفي ٿيا ۽ ارادو ڪيئون ته ڪل ڏئي ان کي روڪين، مگر آنحضرت صلي الله عليه وآله وسلم سمجهي ورتو، سو حضور جن اصحابن کي اشاري ۽ نرميءَ سان فرمايو ته ڇڏيوس، نه جهليوس، پيشاب نه روڪيوس، جڏهن هو پيشاب ڪري واندو ٿيو ۽ موٽي اچي حضور ۾ ويٺو ته حضور جن وعظ‌هن‌طرح فرمايو ته هي مسجدون الله جون، هن لاءِ نه آهن ته منجهن گند ڪچرو اڇلائجي يا هارجي، بلڪ هي ته خاص خداوند قدوس جي عبادت لاءِ آهن، هنن ۾ عبادت ئي ڪرڻ گهرجي.

## حضور جن جي رحم ۽ معافي ڏيڻ جي عادت

هڪڙا آهي آهن جو هيٺائي ۽ لاچار ڪان ٻچي نه سگهندا آهن، تڏهن ڪٿي معافي ڏيندا آهن، مگر ڪرو آهو، جو عوض وٺي به سگهي، تنهن هوندي به ڏوهاري کي ڪٿي معاف ڪري. حضور جن سگهه ۽ طاقت، قدرت ۽ ٿوت هوندي به هميشه گنهگارن کي معاف ڪندا رهندا هئا ۽ رحم جي لائق حالت ۾ بنا دير رحم ڪندا هئا. مڪي وارن سڄا تيرهن سال، حضور جن کي، جي وقت بوقت ڏک ۽ ايذاءَ رسايا هئا، سي پڙهندڙن کان ڳجها نه هوندا - ان لاءِ حياتالنبي سوانحعمري حضور انور رسول خدا صلي الله عليه وآله وسلم پڙهي ڏسندا. اهي اهڙا دک - درد نه هئا جو ڪڏهن به وسرن. دشمن کين ڏينهن - رات بدشد ڳالهايو، رستن ۾ ڪنڊا وڇائي ڇڏيا ته اونداهي رات ۾ کين قدمن مبارڪن ۾ چڀن، کين پٿر هنيا ويا، عبادت جي وقت مٿن گندگي اڇلائي وئي، ڪيترن سندن سائين کي بيگناهه ايذايئون، ستايئون، قتل ڪيائون.

ڪيترن کي وطن کان بي وطن ڪيائون، پرديس ۾ به وجي انهن کي تڪليفون ڏنائون. ڪيترن اصحابن جي لاشن سان بيحرمتيون ۽ بياديون ڪيائون، مگر جڏهن حضور جن کي الله تعاليٰ فتح مڪه جي وقت دشمنن تي غالب ڪيو، تڏهن مڪي وارن دشمنن پڪ سمجهيو ته اڄ سڄي عمر جي شرارتن ۽ ظلمن جو ڪيتو لوڙبو! اڄ ضرور (حضرت) محمد(صلي الله عليه و آله وسلم) اسان کان سڀ عوض وٺندو، اڄ ضرور اسان جي جانين جو خير ڪونهي. مگر آن رؤف رحيم رسول خدا جي (صلي الله عليه و آله وسلم) سائن آهو ڪيو، جنهن جي انهن کي اميد نه ڪانه هئي. حضور جن سڀني کي هڪ هنڌ گڏ ڪري ليڪچر (وعظ) ڏنو ۽ قسمين قسمين نصيحتون ڏنيون، تنهن کان پوءِ فرمايائون، اي اهل قريش! اوهان جي ڪهڙي صلاح ۽ ڇا راءِ آهي؟ آءٌ اڄ اوهان سان ڪيئن هلان ۽ ڪهڙي هلت ڪريان؟ انهن عرض ڪيو اي اسان جا بزرگ ڀاءُ! اي اسان جي مهربان ڀاءُ جا پٽ! رحم ڪر، شفقت ڪر، درگذر ڪر، ٻاجهه ڪر، لطف ڪر، معافي ڏي ۽ بخش. تاريخ طبري وارو لکي ٿو ته، جڏهن قيدين جي اها صدا ۽ استدعا حضور جن ٻڌي، تڏهن سندن رحم ڀري دل ڀرجي آئي، پاڻ بي اختيار روئڻ لڳا ۽ فرمايائون: هائو! آءٌ اوهان سان آهوئي برتاءُ ٿو ڪريان ۽ آءٌ اوهان سان اهائي هلت ٿو ڪريان جا منهنجي ڀاءُ نبي يوسف عليه السلام پنهنجي ڀائرن سان ڪئي هئي. ائين فرمائي پنهنجي زبان مبارڪ سان (جنهن زبان تان هزار جان قربان) آها آيت شريف پڙهيائون، جا حضرت يوسف جي زباني الله تعاليٰ بيان فرمائي آهي:

لَاتَثْرِيْبَ عَلَيْكُمُ الْيَوْمَ يَغْفِرُاللّٰهُ لَكُمْ وَهُوَ اَرْحَمُ الرّٰحِمِيْنَ (٩٢- يوسف)

(اوهان تي اڄ ڪا ميار ڪانهي الله جلّ شانهٗ اوهان کي بخشيندو ۽ اهو مهربانن جو وڏو مهربان آهي)

انهن جاني دشمنن آنهن ڪٺور ڪافر دل انسانن تي حضورجن جي انهيءَ شفقت ۽ رحمت جو اهڙو اثر پيو، جو سڀئي سندن هٿن مبارڪن کي چميون ڏيڻ لڳا ۽ ڪلمو پاڪ لااله الاالله محمد رسول الله صلي الله عليه و آله وسلم پڙهندا، حلقهٔ اسلام ۾ داخل ٿيندا ويا ۽ حضورجن جبل صفا تي ويهي سڀني جي بيعت قبول ڪندا ويا. حضرت ابوهريره کان روايت آهي ته هڪڙي ڏينهن حضورجن اسان سان ويٺي ڳالهيون ٻولهيون ڪيون، جڏهن پاڻ موچارا خير سان آٿيا ته اسين به ساڻن گڏ آٿياسين. پاڻ پنهنجي دولت خانه (حويلي) ڏي آسهيا ٿي، اچان واٽ تي ئي هئا ته هڪڙي بدو اوچتو ئي اوچتو حضورجن جي چادر کان وٺي اهڙي ذوه ۽ ڇڪي ڏني جو سندن گردن مبارڪ ئي ڳاڙهي ٿي پئي ۽ اهڙو جهٽڪو آين، جو ذري گهٽ پٽ سان وڃي لڳا هئا. حضورجن هن بدو کي ڪجهه نه چيو، بلڪ ڏاڍي لطافت، نرميءَ ۽ محبت سان فرمايائونس ته ميان، تنهنجو ڪم ۽ مطلب ڪهڙو آهي؟ ڳالهه ڪر! هن شخص گستاخيءَ سان چيو ته هي منهنجا ٻه اٺ آن جا پري ڏي. جيڪي تو وٽ آهي سو خدا جو آهي، تنهنجي پيءُ جو ڪونهي. حضورجن اهي الفاظ ٻڌي فرمايو: هائو، تو سچ چيو، بيشڪ جيڪي به مون وٽ آهي، سو نه منهنجو آهي نه منهنجي پيءُ جو. مگر هينئر جو تو مون کي ايذايو، آءٌ ان ايذاءَ جو بدلو ته وٺندوسانءِ؟ آن شخص چيو، نه نه، آءٌ بدلو ڪونه ڏيندس. حضورجن خنده پيشاني ۽ کليل چهره سان مرڪڻ لڳا ۽ هڪڙي شخص کي حڪم ڏنئون ته هن جو هڪڙو اٺ ڪجور سان، ٻيو جوَن جي آن سان پري هن کي ڏيو. حضورجن پنهنجي وقت جي

منافقن سان اهڙا ته نرم ٿي هلندا هئا، جو ڪنهن به انسان ذات جي مجال نه آهي جو اهڙي نرم هلت پنهنجي جاني دشمنن سان ڪري سگهي.

جنگ احد ۾ سندن دندان مبارڪ (ڏند شريف) شهيد ٿيا ۽ رتوڇاڻ ٿي پيا، ته به پاڻ سونهارن رومال سان رت به پئي اگهيو ۽ هيئن به پئي فرمايو:

## اللهم اغفر لقومي و اهد قومي فانهم لا يعلمون

(خدايا منهنجي قوم کي بخش! منهنجي قوم کي هدايت ڏي، ڇو ته اهي مون کي نٿا سڃاڻن.)

حضرت انس رضه کان روايت آهي ته قبيلي تنعيم جا اسي (80) جوان صبح جي وقت حضورجن جي قتل لاءِ آيا، جي سڀ گرفتار ٿي پيا، جڏهن گرفتار ٿي حضورجن جي حضور ۾ حاضر ڪيا ويا ته سندن درياءَ رحمت جو جوش ۾ آيو ۽ سڀني کي پاڻ سونهارن معافي ڏئي ڇڏي ڏنو.

ثمامه بن اثال عرب جو هڪڙو رئيس هو، جنهن تي حضورجن جا هزارين احسان هئا، تنهن ويچاري جو پڌو ته مڪي جا ڪفار، حضرت جن تي ظلم ٿا ڪن، تنهن ڇا ڪيو جو يمامه مان اَنّ جو واپار مڪي وارن سان بند ڪري ڇڏيو، جنهنڪري ڪافرن ۾ ڏاڍو قحط اچي پيو. لاچار سڀني حضورجن کي لکيو ته اوهين مائٽي ڪنداڻ ۽ مائٽن جي حقن جو وعظ ڪندا رهندا آهيو. اسين اوهان جا مائٽ آهيون. اوهان جا مائٽ بک ٿا مرون، ثمامه کي سمجهايو ته واپار جاري ڪري. حضورجن کي جا اها خبر پئي، سو يڪدم ثمامه کي لکي موڪليوَن ته واپار يڪدم جاري ڪر.

اي ساه توتان صدقو ٿئي سردار جهان جا،
آڌار ۽ غمخوار آجها غم زدگان جا.

تون آبر عنايت جو ۽ درياءُ ڪرم جو،
صلوات توتي، سرور سپ انس ۽ جان جا.
رنجايو نہ توڪنهن کي رنجايائون توکي گرچہ،
اي شاہ شهنشاہ زمين جا ۽ زمان جا.
ڪافر بہ تنهنجو رحم ڏسي ٿيا ٿي مسلمان،
اي باعث ايجاد ڪن و ڪون و مڪان جا.
رحمت جي وسي شل توتي برسات رحيما،
پرتا آهيون توکي اسين سردار اسان جا.

## حضور جن جي سخاوت ۽ ڏاتاري

سخا دنيا ۾ گهڻن ئي ڪئي، جن مان حاتم طائيءَ جو نالو مشهور آهي ۽ هن ڳالهہ کان بہ انڪار ڪونهي تہ واقعي حاتم سخي هو. بيشڪ حاتم سخي هو، مگر جيتري قدر ماڻهن داستان ڪٿي ٺاهيا ۽ بنايا آهن، اوتري قدر ڳالهہ نہ هئي. حضور جن جي سخاوت ۽ ڏاتاري جو موبمو ذڪر تہ مشڪل ۽ محال آهي، مگر جيترو وڏن محقق ڪتابن ۾ ڏسجي ٿو سو بہ حيران ڪريو ڇڏي ۽ غريب حاتم ئي وسريو وڃي. اسين هتي ڪتاب جي مختصر هجڻ ڪري مختصر ذڪر ڪريون ٿا.

حضور جن بلامبالغہ لاثاني سخي ۽ بي‌نظير ڏاتار هئا. حضور جن سخا جا سمنڊ ۽ ديا جا درياءَ هئا. حضور جن ۾ سخا جي هي هڪ اهڙي صفت هئي، جنهن جو مثال دنيا جي سخين ۾ ملي نہ سگهندو، آها هيءَ تہ حضور جن کان ڪو بہ سائل سوال ڪندو هو تہ ہاڻ جواب ۾ ڪڏهن بہ ”نہ“ ڪين ڪندا هئا. جيڪڏهن اتفاق سان وٽن ڪجهہ بہ نہ هوندو هو تہ نماڻو ڪنڌ نمائي ڪٿي ماٺ ڪندا هئا، مگر منهن ڪٿي ”نہ“ چوڻ ڏکيو لڳندو هون. ڪنهن ٻارسي واري نهايت عمدو چيو آهي تہ:

نرفت لا بزبانِ مبارکش هرگز،
مگر به اشهد ان لا الـٰه الا الله.

گھٹا وقت تہ اھڙا بہ گذريا، جو "نہ" جي لفظ چوڻ بدران جسم مبارڪ جا ڪپڙا بہ لاهي سائل کي ڏنا هوندائون تہ سوالي خالي نہ وڃي. قرآن پاڪ ۾ خداوندي احڪام جيڪي بہ آهن، تن سڀني جي بجا آوري ڀرين ڀرين حضورجن پاڻ تي فرض سمجهندا هئا ۽ ڪري ڏيکاريندا هئا. جڏهن تہ سوالي کي خالي نہ ڇڏڻ لاءِ قرآن پاڪ ۾ حڪم آهي تہ:

وَ اَمَّا السَّائِلَ فَلَاتَنْهَرْ

(آيت ۱۰- سورت الضحيٰ)

تڏهن حضورجن هن انهي رباني حڪم جي تعميل اهڙي تہ ڪري ڏيکاري، جنهن جهڙي ڪو ڪونہ ڪري سگهندو. حضرت ابن عباس کان روايت آهي تہ حضورجن انسانذات کان وڌيڪ سخا جا صاحب هئا ـــ خاص طرح رمضان مبارڪ ۾ تہ سندن سخاوت ۽ ڏاتاري جي حد ۽ حساب ئي ڪونہ هو. جيڪي گهر ۾ هوندو هون، سڀ الله جي واٽ ۾ ڏئي ڇڏيندا هئا. رمضان شريف جي ڏهاڙيءَ ۾ حضرت جبرئيل جڏهن سندن خدمت مبارڪ ۾ قرآن پاڪ جي تلقين ڪرڻ ايندو هو تہ ڪين سخاوت جي شغل ۾ رُڌل ڏسندو هو، جو پاڻ هوا وانگي ڇوٽ سخا ڪندا رهندا هئا.

حضرت اميرالمؤمنين عمر رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي تہ هڪڙو شخص حضور ۾ آيو ۽ اچي سوال ڪيائين تہ يارسول الله صلي الله عليه وآله وسلم، مون کي ڪجهہ ڏيار. حضورجن فرمايو تہ بابا، هينئر تہ مون وٽ ڪجهہ بہ ڪينهي جو ڏيانءِ. تون منهنجي ڪنڌي وڃي قرض ڪڻ. قرض پرڻ لاءِ آءٌ پاڻ کي بدل ٿو رکان، جڏهن مون کي منهنجو مولا ڏيندو، تڏهن آءٌ

قرض لاهي ڇڏيندس. اتي حضرت عمر رضه عرض ڪيو يارسول الله،
جڏهن اوهان وٽ هينئر ڪجهه به حاضر نه آهي، تڏهن اوهين
ايترو يقدر تڪليف چوڻا وٺو، اوهان تي اهڙي تڪليف الله تعاليٰ
ڪانه رکي آهي! حضور جن کي حضرت عمر جا اهي اکر
ڪين وڻيا. اتي هڪڙي انصاريءَ عرض ڪيو، بيشڪ سخا ڪر
۽ غريبن کي ڏيندو رهه! يارسول الله، عرش جي مالڪ هوندي
تنگي جو فڪر نه ڪر. حضور جن انصاري جا اهي لفظ ٻڌي
ڏاڍا خوش ٿيا ۽ مرڪڻ لڳا. فرمايائون ته مون کي به
اهڙوئي حڪم آهي. حضور جن وٽ جيڪي به ايندو هو
پائي پئسي کان وٺي، لکن ڪروڙن تائين ـ سڀ الله جي
راهه ۾ ڏئي ولي ڇڏيندا هئا. روز جو روز پورو ڪندا هئا،
رات جو ذرو به حويلي ۾ بچائي نه رکندا هئا. جيڪي صبح
جو ملندو هون، سو منجهند تائين ڪين رکندا هئا ۽ جيڪي
منجهند کان پوءِ ملندو هون، سو رات تائين ڪين ڇڏيندا هئا.
جيڪڏهن اتفاق سان ڪجهه بچي پوندو هو ڪو سائل سانجهيءَ
ڏاري ڪونه آيو ۽ رات اچي سهڙندي هئي ته پاڻ پيرين پنڌ
ڪري محتاجن ۽ غريبن کي ڳولي ڳولي به وڃي ڏئي ولي
پلئو ڇنڊي، پوءِ حويليءَ ڏي اُسهندا هئا.

هڪڙي سائل کي سوال تي پاڻ سونهارن ايتريون ٻڪريون
امداد ڪيون، جو جبلن جي ٻن ٽڪرين جي وچ ۾ مس ماپي
سگهيون. هو ويچارو غريب اهڙو خوش ٿيو، جو ڪڇڻ ئي ۾
نه پيو ماپي. تنهن وڃي پنهنجي قوم کي چيو ته يارو،
اوهين ماٺ ڪري وڃي مسلمان ٿيو. حضرت محمد عليه الصلواة
والسلام اوهان کي ايترو مال ڏيندو جو اوهان کي فقرفاقه جي
پرواه نه رهندي! بيشڪ حضور جن جي غلامي، دين ۽ دنيا ۾
تونگر ۽ غني بنايو ٿي ڇڏي. هي ته عام طرح سندن سخا
جو هڪ معمولي ڪرشمو هو، جو سائلن کي سوين آٺ
بخشيندا هئا. صفوان نالي هڪڙي مسڪين کي هڪ دفعي

هڪ سؤ اُٺ بخشيائون، وري ٻيو هڪ سؤ ڏنائونس، وري ٽيون هڪ سؤ ڏنائونس. اهو حال هو حضورجن جي سخا جو. نبوت ملڻ ۽ رسول ٿيڻ کان اڳ. هڪ ڀيري حضرت عباس کي ايترو سون ڏنائون، جو هو کڻي نه سگهيو. هڪ دفعي نوي هزار درهم حضورجن کي مليا، جي هڪ تڏي تي ڍير ڪري رکيا ويا. پاڻ سونهارا اٿي وراهڻ لڳا ۽ تيسين آنهن کي نه ڇڏيئون، جيسين سڀڪجهه غريبن کي ڏئي ـ وٺي واندا نه ٿيا.

پاڻ جڏهن حنين جي لڙائي تان موٽيا هئا، تڏهن رستي ۾ غريب عربن اچي سندن دامن سان ورتو ۽ کين ڇڪڻ تاڻڻ لڳا ته توهين سخي ۽ ڏاتار آهيو، اسان کي ڪجهه ڏيو. ائين چوندي ساڻن اهڙا گستاخ ٿيا، جو سندن چادر مبارڪ ٿي ڇڪي کڻي ويا. حضورجن اتي بيهي خنده پيشاني ۽ مرڪندڙ منهن سان انهن کي چوڻ لڳا ته منهنجي چادر ته ڇڏيو، جيڪڏهن مون وٽ هن جهنگ جي وڻن جيترا اُٺ هجن ها ته اوهان سڀني کي آهي وراهي ڏيان ها ۽ اوهين مون کي انهي ڏيڻ ۾ نه بخيل ڏسو ها، نه سست ۽ نه ڪوڙو. هڪ دفعي وٽن سونو روپو هار ڪاٿان آيو. پاڻ انهيءَ وقت سڀني کي وراهي ڏنئون. هڪڙو جهنگلي چوڻ لڳو ته اوهان انصاف سان ته تقسيم ڪانه ڪئي. حضورجن فرمايو: ميان، خدا توکي نيڪي ڏئي، مون کان پوءِ ٻيو ڪهڙو هوندو، جو توسان عدل ۽ انصاف ڪندو. هن کي اهي لفظ ڏکيا لڳا، جنهن تي هو رسي ويو. پاڻ سونهارن پويانس سچا ٿي ماڻهو موڪليا، جي هن کي نرمي سان وٺي آيا. بني هوازن جي قبيلي مان سچا ڇهه هزار قيدي وٽن آيا، جن سڀني کي پاڻ بخشي ڇڏيائون. مواهب واري ابن فارس کان نقل ڪيو آهي ته جنگ حنين جي ڏينهن هڪڙي عورت حضورجن وٽ آئي ۽ کين اچي آهي ڏينهن ياد ڏياريائين، جن ڏينهن ۾

پاڻ سونهارا انهيءَ قبيلي ۾ ٽيج پيئندا هئا. حضور جن هن مانيءَ جو ڪلام ٻڌي، جيڪي انهي قبيلي وارن ڪان جرمانہ طور ورتو هو، سو سڀ موٽائي ڏنو ۽ تنهن ڪان سواءِ پيو ۾ گهڻو ڪجهہ حضور جن هنن کي بخشيو ۽ امداد ڪيو، جو ڳڻيون تہ پنج لک ٿيا. هڪ دفعي هڪڙي ماني آئي، جنهن حضور ۾ هڪ چادر حاضر ڪئي ۽ عرض ڪيائين تہ يا رسول الله صلي الله عليه و آلہٖ وسلم! هي چادر موڻ خاص توهان لاءِ آندي آهي، جا توهان کي ڍڪائينديس. حضور جن کي انهيءَ وقت چادر جي گهرج هئي، پاڻ سڳورن آها چادر ولي ڪئي ڍڪي. آتي هڪڙي اصحابيءَ جو اها چادر حضور جن کي ڏٺي، تنهن عرض ڪيو، يا رسول الله صلي الله عليه وآلہٖ وسلم! چادر تہ تمام عمدي آهي، اها تہ ڪٺي سون کي ڍڪاءِ! حضور جن فرمايو: هان وٺ حاضر آهي. جڏهن حضور جن مجلس پوري ڪري خيمہ سان روانا ٿيا تہ ٻين اصحابن انهيءَ کي ملامت ڪئي تہ تو هي ڪم چڱو نہ ڪيو. ڏٺي ۾ تہ حضور جن کي خود چادر جي گهرج هئي، تنهن هوندي ۾ تو ڪنان گهري ورتي. خبر ۾ هيئي تہ پاڻ سونهارا ڪنهن ۾ سوالي جو سوال رد نہ ڪندا آهن. هي روايت بخاري جي آهي. حضور جن هميشه اصحابن کي سخا ڪرڻ ۽ محتاجن جي مدد ڪرڻ لاءِ گهڻو تاڪيد فرمائيندا هئا ۽ کين سخا ڏاڍي وڻندي هئي.

**اَللّٰهم صل علیٰ سیدنا نبیک نبي الرحمة صاحب الجود والکرم وبارک علیه وعلیٰ آله، و اصحابه وسلم**

## حضور جن جي امانت ۽ سچائي

حضور جن جي پاڪ ۽ پيارن اخلاقن، عادتن ۽ گڻن سان امانت، سچائي جو گڻ ۽ اخلاق اهڙو تہ هو جو سچن تہ

سچن ۾ ڪنا ڪنا ڄاڻي دشمن ٻ، بي‌اختيار سچن لڳندا هئا ته
حضرت پاڪ عليه‌الصلواة والسلام جھڙو امين ۽ سچو ٻيو ڪونه
هوندو. سندن خادم ۽ اصحاب حضورجن جي انهي اخلاق
تي هميشه موهيل ۽ قربان هوندا هئا. اهوئي سندن اخلاق
۽ اهائي سندن صفت هئي، جا سندن پيغمبري جو شاهد ۽
گواهه هئي، ڇو ته پاڻ سونهارا ننڍي هونديءَ کان ولي مشهور
هئا ته امين ۽ سچا آهن. انهيءَ ڪري جڏهن پيغمبري ملين
۽ پاڻ ظاهر ڪيائون ته آءٌ رسول‌الله آهيان، تڏهن سمجهو
۽ سچن ماڻهن سندن مڃڻ ۾ ويرم ني ڪانه ڪئي ۽ سندن
هدايت ۽ تعليم لااله الا الله کي اکين تي رکيو، ڪين
محمّد رسول‌الله مڃڻ لڳا ۽ لااله الا الله محمّد رسول‌الله
صلي‌الله عليه وآله وسلم جو ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيڻ لڳا.
باقي قلب جي ڪٺورن متعصبن مغرورن فقط تعصب ۽ غرور
جي ڪري سندن مڃڻ کان منهن موڙيو، نه ته انهي منڪرائي
۽ هٺيلائي هوندي ٻ ڪين سدا سچو ۽ امين مڃيندا ايندا هئا.
جڏهن حضورجن جي پيغمبر ٿيڻ کان اڳ مڪي جي ماڻهن
حجراسود جي رکڻ ۾ اختلاف ڪيو ويو هو ۽ پوءِ ٺهراءُ ڪيو
هوائون ته جيڪو پهريون ماڻهو حرم ۾ داخل ٿيندو، سو
هي امانت ڪندو! اوچتو حضورجن آيا ته بي‌اختيار چوڻ
لڳا ته اجهو امين آيو، امين آيو! روايت آهي ته ابوجهل
جهڙو ڪٺو ٻ ڪاهي ڪاهي حضورجن کي چوندو هو ته آءٌ
توکي ڪوڙو ڪين ٿو چوان، باقي جيڪي ڳالهيون تو ڪرين
انهن کي ڪوڙو سمجهان ٿو. هڪ دفعي اخنس بن شريق
هڪڙي شخص جنگ بدر جي ڏينهن ابوجهل کي چيو ته
يا اباالحڪم، هتي توکان ۽ مون کان سواءِ ٻيو ڪونهي،
سچ چئو ته محمّد (عليه‌الصلواة والسلام) سچو آهي يا ڪوڙو؟
ابوجهل ورنديءَ ۾ چيس ته قسم آهي ته محمّد (عليه‌الصلواة والسلام)
برابر سچو آهي ۽ ڪڏهن ٻه ڪوڙ نه ڳالهايو اٿس.

هرقل بادشاهہ ابوسفيان کان پڇيو هو تہ ڇا نبوت ملڻ کان اڳ بہ اوهين محمّد ( عليه الصلواة والسلام ) کي ڪوڙو ڪوٺيندا هئا؟ ابوسفيان چيو تہ نہ. جڏهن قريشن حضور جن کي بلڪل تڪليفون ڏنيون ۽ ڪين تعصب ۽ غرور جي ڪري هروڀرو ڪوڙو چوڻ لڳا، تڏهن هڪ دفعي منجهان ئي هڪ شخص نالي نفر بن الحارث قريشن کي چوڻ لڳو تہ ٻيلي ٻڌوا (حضرت) محمد (عليه الصلواة والسلام) اوهان ۾ جڏهن ننڍڙو هو ۽ جوان هو تہ اوهان ۾ سڀني کان وڌيڪ راضي رهڻ وارو، سڀني کان وڌيڪ سچار ۽ سڀني کان وڌيڪ امانت دار هو. تاڪہ اوهان ڪيس مٿي ۾ اڇا بہ ڏٺا ۽ پوءِ اوهان کي خداوند پاڪ جي طرفان هدايت ٻڌائڻ لڳو ۽ پاڻ کي رسول الله چوايائين، مگر اوهان ڪيس جادوگر ڪوٺيو!

لا والله ما هو بساحر

نہ نہ قسم آهي الله جو تہ هو جادوگر بلڪل نہ آهي. حضرت علي رضي الله عنه هميشه حضور جن جي وصف ڪندو هو تہ چوندو هو تہ حضور جن ڳالهہ جا سڀني کان وڌيڪ سچا آهن. ام المؤمنين بيبي عائشه رضي الله تعاليٰ عنها کان روايت آهي تہ حضور جن کي ڪوڙ کان سخت نفرت ۽ ڌڪار هئي، جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪوڙ ڳالهائيندو هو تہ پاڻ ان سان ڳالهائڻ ئي ڇڏي ڏيندا هئا، جيسين هو توبه نہ ڪندو هو.

## حضورجن جي عام خوش اخلاقي

ڪنهن ڪنهن سان خوش اخلاق ئي گذارڻ هڪ معمولي ڳالهہ آهي، مگر حضور جن هميشه ۽ هرڪنهن سان سدا ڪلٺا ۽ خوش اخلاق ئي گذاريندا هئا. ڪنهن سان جيڪڏهن ملاقات ڪندا هئا تہ پهريائين پاڻ سونهارا سلام ڪندا هئا. هروڀرو اهو انتظار ڪونہ ڪندا هئا تہ پهرين

اڪيلو سلام ڪري. پاڻ سونهارا ڪٿان لنگهندا هئا ۽ ٻارن کي ڏسندا هئا ته ٻارن کي به سلام ڪندا هئا. پاڻ سڀڪنهن سان مرڪندڙ منهن سان ڳالهائيندا هئا. گهڻو ۽ شور ته پاڻ سڳورن ڪڏهن به نه ڪيو. جيڪر ڪو سڏيندو هون ته پاڻ لبيڪ يعني حاضر چوندا هئا. پاڻ پنهنجن اصحابن سان ويٺا هوندا هئا ته ڪڏهن به ٽنگون ڊگهيون ڪري نه ويهندا هئا. جنهن به مجلس ۾ ويندا هئا تـه ڪنهن ڪنڊ پاسي ويهي رهندا هئا. هرو ڀرو اهو خيال ڪو نه هوندو هون ته ڪنهن مٿاهين جاءِ تي ويهون. ڪو به ماڻهو جيڪڏهن ڪنهن غرض لاءِ ڪين پاڻهن ۾ هٿ وجهي وٺي ويندو هو تـه پاڻ پاڻهن بلڪل ڪين ڇڏائيندا هئا، بلڪ خوش ٿي ان سان هليا ويندا هئا، جيڏانهن به هو ڇڪيندو هـو اوڏانهن حاضر ـ جيڪڏهن ڪي پوڙهيون ۽ محتاج زالون ڪاڏي به ڇڪينديون هين، ته به هليا ويندا هئا. مديني جا ماڻهو ننڍا ـ وڏا پاڻيءَ جا پيالا ڀري وٺي ايندا هئا ته حضورجن انهي پاڻيءَ ۾ برڪت جا هٿ وجهن، سخت سردي جي موسم هوندي هئي ته پاڻ انهن کي موٽائيندا ڪين هئا، ٿڌي پاڻي ۾ به ڪٽي هٿ وجهندا هئا. هڪڙي وقت پاڻ سونهارا مسافريءَ تي ويا. ڪجھ اصحاب به ساڻ هون. اصحاب سونهارا جڏهن ڪاڏي پچائڻ لاءِ تياري ڪرڻ لڳا ۽ سڀني ڪنهن نه ڪنهن ڪم ۾ لڳا تـه پاڻ سونهارا جهنگ مان ڪاٺيون آڻڻ لاءِ وڃڻ لڳا. اصحابن گهڻوئي عرض ڪيو ۽ وينتي ڪئي، پر پاڻ نه مڃائون ۽ فرمايائون ته الله تعاليٰ ناپسند ٿو ڪري جيڪڏهن ڪو پنهنجن دوستن ۾ وڏ ماڻهپائي ٿو ڪري ۽ ڪم ۾ شريڪ نٿو ٿئي. ائين چئي پاڻ ڪاٺيون ڪرڻ آسهيا ۽ ڪاٺيون ڪري آيا. وڏا ماڻهو ننڍڙن ٻچن سان کل مسخري ڪرڻ پنهنجي شان جي برخلاف سمجهندا آهن، مگر حضورجن اهڙا تـه سادا طبعيت جا هئا جو ننڍڙن ٻچن سان به کِل ـ ڳالهائڻ ۽ مسخري ڪرڻ پنهنجي

شان جي برخلاف نہ سمجھندا ھئا، پنھنجا تہ پنھنجا پر پراوا ٻچا بہ سندن عنايتن ۽ مھربانين جي ڪري ڪين پنھنجو مربي ۽ ابو ڪري سمجھندا ھئا. حضورجن کي بلڪل اھو فخر نہ ھوندو ھو تہ آءٌ وڏو ماڻھو يا وڏي خاندان مان آھيان.
ھڪڙي دفعي ھڪڙو شخص حضورجن جي خدمت مبارڪ ۾ وٺي آيا. ھن جو حضورجن جو رعبدار چھرو ۽ بھادرانہ شان ڏٺو، سو ويچارو ڏڪي ويو ۽ ٻت ۾ اچي ڏڪڻ پيس. حضورجن ھن جو اھو حال ڏسي فرمايو تہ ڏڄ نہ، آءٌ بادشاھ نہ آھيان. آءٌ تہ قريشن جي ھڪ عورت جو پٽ آھيان، جا سڪل گوشت کائيندي ھئي. سبحان‌الله ڪمال نھٺائي ڇئبي. حضورجن سفر ۾ سڀني کان پوءِ تي ھلندا ھئا. جيڪڏھن ھلڻ مھل، ھيٺان ۽ ضعيف ماڻھو ساڻ ھوندا ھون تہ پاڻ انھن جي خيال تي آھستي آھستي ھلندا ھئا ۽ انڻ سگھن لاءِ دعا گھرندا ھئا. حضورجن جڏھن سفر تان موٽي خيرسلامتي سان وطن پھچندا ھئا تہ پھرين مسجد شريف ۾ وڃي ٻہ رڪعتون نماز جون شڪرانہ خاطر پڙھندا ھئا، پوءِ پنھنجي نياڻي بيبي فاطمہ خاتون جنت رضي‌الله تعاليٰ عنھا وٽ ويندا ھئا، تنھن کان پوءِ حرمن پاڪن وٽ تشريف نيندا ھئا. انھيءَ کان سواءِ ساري ڪتاب ۾ جيڪي بہ حضورجن جا اخلاق بيان ٿيل آھن، سي سڀ خوش اخلاقي ۾ داخل آھن.

**اللھم صل علي سيدنا مولانا محمد صاحب الاخلاق الوسيعة و صاحب الدرجة الرفيعة و علي آله و اصحابہ وبارڪ وسلم**

## حضورجن جو عقل ۽ سياڻپ

حضورجن کي رب تعاليٰ گھڻي کان گھڻو عقل عطا فرمايو ھو، سندن اعليٰ درجي جو عقل بہ ھڪ معجزو ھو.

حضور جن جي عقل ۽ سياڻپ سان ڪوبہ ڏاهو، سياڻو، حڪيم ۽ فلاسفر پهچي سگهڻ جو نہ آهي. سندن واڌارا، سندن سڀ ڪماليتون، سندن عقل ڪامل ۽ اڪمل جو هڪ وڏو دليل آهن. دنيا ۾ جيترا بہ عاقل ۽ سياڻا آيا ۽ پنهنجي عقل ۽ سياڻپ جا ڪرشما اچي ڏيکاريائون، انهن مان ڪو ڪونہ اهڙو هوندو جنهن جي عقل جا ڪارناما، دنيا لاءِ ايتريقدر سبب سڌاري ۽ فائدي جو ٿيا، جهڙا حضور جن جي عقل جا ڪارناما ڪمائتا ٿيا. گهڻو ڪري حضور جن پنهنجي خدا داد عقل ڪي اخلاق نيڪ جي تعليم، بدخصلتن جي پاڙ پٽڻ، ملڪ جي انتظام ۽ خلق جي ڀلي ۾ ڪم آڻيندا هئا. هڪڙي ڏينهن هڪڙو شخص حضورجن جي خدمت ۾ آيو ۽ اچي عرض ڪيائين تہ يا رسول الله (صلي الله عليه وسلم)، مون ۾ چار بريون عادتون آهن جن مون کي ڏاڍو خوار ڪيو آهي. هڪ زنا، ٻي شراب نوشي، ٽي چوري، چوٿون ڪوڙ، انهن سڀني کي هڪدم ڇڏي نٿو سگهان. حضور جن فرمايس تہ چڱو پلا ڪوڙ ڳالهائڻ ڇڏي ڏي. هن ڪوڙ جي عادت کي ڇڏي ڏيڻ سولو سمجهيو، آتي جو آتي ڪوڙ ڳالهائڻ کان توبهہ ڪيائين. آئي گهر ويو، رات ٿي تہ دستوري عادت موجب شراب پيئڻ ۽ زنا ڪرڻ جي پاڙ لڳيس. گهريائين تہ اهي ڪم ڪريان. مگر وري آتي جو آتي خيال آيس تہ جيڪڏهن آءٌ سڀاڻي حضور ۾ حاضر ٿيان ۽ حضورجن مون کان انهن ڪنين عادتن بابت پڇن تہ ضرور مون کي هائو ڪرڻي پوندي، چو تہ ڪوڙ تہ ڳالهائڻو نہ اٿم. انهيءَ ڪري حضور جن جي بابرڪت زيارت حاصل ڪرڻ کان پوءِ بہ اهي ڪم ڪندس ۽ حضور جن کي معلوم ٿيندا تہ نهايت شرم جهڙي ڳالهہ ٿيندي. انهي خيال جي ڪري مٿيان ڪم ڇڏي ڏنائين. اهڙيءَ طرح جڏهن آڌي رات ٿي ۽ ماڻهو سڀ سمهي پيا ۽ آرام ۾ ٿيا تہ هن کي عادت موجب چوري ڪرڻ جو خيال ٿيو، پر وري بہ ساڳي ڳڻتي آيس.

خيال ڪيائين تہ صبح جو دربار نبوي ۾ جو ويندس آتي
چوري جي بچا ني تہ ڏاڍي ڳالھہ ٿيندي، چو تہ جيڪڏھن
ڪوڙ ڳالھايان تہ توبھہ ٽٽي پوندي ۽ جيڪڏھن سچ ڳالھايان
تہ چوري پڌري ٿي پوندي، مال اوڳاڇڻو پوندم ۽ گرفتار
بہ ٿيندس. بس انھيءَ خيال جي ڪري چوري جو خيال بہ
لاھي ڇڏيائين. صبح جو حضور جن وٽ وڃي حاضر ٿيو
عرض ڪيائين. يا رسول الله (صلي الله عليه و سلم)، حضور جن
مون ڪان اھڙي توبھہ ورتي آھي، جو پين بڇڙين ڳالھين ڪان
بہ يڪي توبھہ ڪرائي ڇڏي اٿس. ائين چئي سارو احوال
عرض ڪري ٻڌايائين، حضور جن ڏاڍا خوش ٿيا. سندن عقل
۽ سياڻپ جون ڪيتريون ڳالھيون ڳٽي ڪيتريون ڳٽجن.
سندن سڀ احوال ۽ تاريخ رکي دانشمندي آھي. ڪين اڃا
خير سان نبوت بہ ڪانہ مِلي ھئي تہ ھڪ دفعي حجر اسود
بابت مڪي شريف جي معزز قبيلن ۾ اچي جھڳڙو ٿيو تہ ڪير
ڪعبة الله ۾ کوڙي. انھي تي ايترو جھڳڙو ٿيو جو سخت
مارا ماري ۽ خونريزي ٿي پوي ها، مگر حضور جن انھي وقت
خداوند ڪريم جي ڏنل عقل سان اھڙو تہ فيصلو ڪيو جو
سڀ راضي ٿي پيا. حضور جن پنھنجي چادر مبارڪ وڇائي
آن ۾ حجر اسود رکي سڀني قبيلن جي سردارن کي فرمايائون تہ
گڏجي چادر کي وٺي حجر اسود جي مقرر جاء تي ھلي رکن.
ائين ڪيائون تہ لڙ ئي لھي پيو. ھڪڙي ڏينھن ھڪڙي
شخص حضور جن کي اچي دانھن ڏني تہ يا حضرت، منھنجو
پاڙي وارو مون کي ڏاڍو ستائي ٿو. آءٌ گھڻو ئي آزيون نيازيون
ڪريانس ٿو پيا بہ سمجھائنس ٿا پر ھو مڙي ئي نٿو. حضور جن
فرمايس تہ گھر وڃي گھر جا ٽڙا ٽپڙ رستي ۾ ٻاھر ڪڍ ڇڏ
تہ تون لڏين ٿو، جيڪو توکان پڇي تہ چو ٿو ٽپڙ ڪڍين
تہ ان کي چئجانءِ منھنجي پاڙيچي مون کي ستائي تنگ ڪيو
آھي، مون لاچار رسول الله (صلي الله عليه وسلم) کي

دانهن ڏني، جن مون کي هي حڪم ڏنو آهي. حضور جن وٽان اهو ارشاد ٻڌي اهو شخص گهر ويو ۽ وڃڻ شرط وڃي ٽپڙ ڪڍيائين. ساٿهو هيڏانهن هوڏانهن جا اچي گڏ ٿيا ۽ پڇڻ لڳس ته هي ڇا ٿو ڪرين ۽ ڇو ٿو ڪرين؟ انهيءَ ويچاري آهوئي جواب ڏنو جو حضور جن کيس سمجهايو هو، ساٿهن جا اها خبر ٻڌي، تن انهي ٻاڙيچي ظالم کي لعنت ملامت جٺ ڦٺ ڪئي ته نامراد! حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم تائين ڳالهه وڃي پهتي آهي تون هن کي پرچائي ويهار. هو به سخت شرمندو ٿيو ۽ منٿ ميڙ ڪري هن کي وڃي پرچائي سرچائي ويهاريئين*.

صلح حديبيه جي وقت ڪافرن پنهن شرطن سان گڏ هڪڙو هي شرط به پيش ڪيو هو ته مسلمانن مان جو شخص ڪافرن وٽ ويندو، تنهن کي هو موٽائي نه ڏيندا ۽ جو شخص منجهائن مسلمانن وٽ ويندو تنهن کي مسلمان موٽائي ڏيندا. اصحابن سونهارن جو اهو شرط ٻڌو ته يڪدم جوش ۾ اچي ويا ۽ چوڻ لڳا ته يا حضرت، هي شرط ته تمام خراب ۽ سخت آهي بلڪل قبول ڪرڻ جهڙو نه آهي. حضورجن انهن کي سمجهايو ۽ فرمايائون ته اسين هي شرط قبول ڪريون ٿا فڪر نه آهي. ڇو ته جو شخص اسان مان ڀڄي هنن وٽ ويندو سو ضرور ڪافر يا منافق هوندو، سو جيڪڏهن اسان مان نڪري هنن وٽ ويو ته اتئين چڱو! اسين آئنده هن جي شر کان ڇٽي پونداسين ۽ جو شخص ڪافرن مان نڪري اسان وٽ آيو ۽

---

*ڪهڙو نه پاڪ زمانو ۽ نيڪ انسان هئا، جن کي وري به شرم اچي ويو. هن وقت اهڙو حال آهي جو ٻاڙي واري کي ڏکوئڻ ۽ ان کي تڪڻ ڏاڍ مڙسي ليکجڻ ۾ اچي ٿي. جيڪڏهن ڪو ڪنهن کي ٻاڙي واري تي ظلم ۽ ڏاڍ ڪرڻ کان روڪي ته آتئين وير ٻرائي، سچ پڇو ته اهڙي مبارڪ وقت جا ظالم به هن وقت جي عادلن کان صد بار چڱا هئا. (مؤلف)

اسان موٽائي ڏنو ته الله تعاليٰ ڪونه ڪو رستو ان لاءِ ڪڍي وجهندو. توڪل برخدا ڪري اسين هن شرط کي به منظور ڪريون ٿا. خدا جي قدرت نتيجو هي ٿيو جو ڪافرن مان هڪڙو شخص مسلمان ٿي مديني ۾ اچي مسلمانن سان مليو. شرط موجب حضور جن موٽائي ڏنو. هو سمنڊ جي ڪناري تي وڃي رهيو ۽ ڪيترن مسلمانن کي پاڻ سان شامل ڪري وڏائين ۽ ساڳيو پنهنجن ٿي ڪافرن جي قافلن کي انهي رستي تي اهڙو تنگ ڪيائين، جو ڪافر لڳا واڪا ڪرڻ ته هي شخص موٽائي پاڻ وٽ گهرايو. هي اسان جو ٿي به اسان سان وڙهي ٿو، اسان انهيءَ شرط جي ڇڙ ڦٽي ڪئي. حضور جن پنهنجي عقل ۽ سياڻپ سان جيڪي به قبول ڪيو هو، آهو سندن فائدي ۾ ٿي ٿيو. الله تعاليٰ کين ساري دنيا جي عاقلن کان وڏيڪ عاقل ڪيو هو.

## حضور جن جي جسماني طاقت ۽ بهادري

دنيا ۾ بهادر ۽ پهلوان جسماني طاقت وارا ۽ پهلوان گهڻا ٿيا، مگر حضور جن جي طاقت جيڪا هئي، سا سڀني کان نرالي ۽ بي‌انداز هئي. حضور جن جي وقت ۾ عربستان ۾ گهڻائي زبردست پهلوان هئا، جي حضور جن جا سخت مخالف ۽ جاني دشمن هئا، مگر حضور جن ۾ رب تعاليٰ پهلواني ۽ بهادري سان گڏ اهڙو ڪو رعب رکايو هو، جو ڪنهن کي به همت ڪانه ٿيندي هئي، جو ڪٿي ڏانهن اک ميري ڪٿي، جي ڪٿندو هو ته آتي ٿي سڌيو پيو هوندو هو. دنيا جا پهلوان پنهنجي پهلواني نفس جي خواهش ۾ ڪم آڻيندا ۽ ماڻهن کي ڏيکارڻ ۽ واه واه لاءِ پهلواني ڏيکاريندا آهن، مگر حضور جن ڪڏهن به پنهنجي جوانمردي ۽ بهادري کي پنهنجي نفس کي خوش ڪرڻ ۽ ماڻهن ۾ واه واه ٿيڻ لاءِ ڪم ڪونه آندو. حضور جن جڏهن به ڪا پنهنجي همت ۽ طاقت ظاهر فرمائي آهي، تڏهن ضرور خدائي خيال دل ۾ آندو اٿن ۽ راه خدا

۽ بهادري ڏيکاري اٿن. پاڻ سونهارا اهڙا ته پهلوان هئا جو
ڪين پنهنجي ڪنهن به دشمن جو ڪو پڙپولو ڪونه ڏيندو هو.
پنهنجي ملڪ ۾ هيترن سارن دشمنن هوندي به انين بي ڊپا
پيا گهمندا ڦرندا هئا، جو چڻ سندن ڪو دشمن ئي ڪونهي.
ڪين اها بيپرواهي هڪ پنهنجي ججهي پهلواني سببان هئي،
بي رب تعاليٰ ڪين بشارت بچاءَ جي ڏني چڏي هئي، انهيءَ
ڪري به هئي- رب تعاليٰ فرمايو آهي:

وَ اللّٰهُ يَعْصِمُكَ مِنَ النَّاسِ

(٦٧- المائده)

(رب تعاليٰ توکي ماڻهن کان بچائيندو ۽ پناه ۾ رکندو.)
پنهنجي مولا تي توڪل ۽ تڪيو رکڻ ۽ سندس آسري تي
پروسو ڪرڻ به وڏي بهادري ۽ همت آهي. پاڻ سونهارا
همت ۽ بهاديءَ جا ڏونگر هئا، جيڪڏهن ڪنهن تي ڪِرندا
هئا ته چٽ ٿي ويندو هو ۽ جيڪڏهن ڪو مٿان ڪرندو
هو، ته به ٽڪر ٽڪر ٿي ويندو هو. حضرت اميرالمؤمنين
علي المرتضيٰ (رضي الله تعاليٰ عنه) کان روايت آهي ته جنگ
بدر جي وقت جڏهن جنگ جي بازار گرم ۽ تيز ٿي، تڏهن
اهڙو حال اچي ٿيو جو اسين هيڏانهن هوڏانهن ٿيو، حضورجن
جي پر ۾ اچي لڪندا ۽ پناهه وٺندا هئاسين ۽ حضورجن
کي ڏسندا هئاسين ته پاڻ مڙيئي دشمن ڏانهن ويجها پوندا
ٿي ويا. انهيءَ ڏينهن ڏٺو ويو ته حضورجن جهڙو بيپرواهه
بهادر پيو ڪو ڪونه هو. روايت آهي ته حضورجن گهٽو
ڪري ٿورڳالهائو هوندا هئا ۽ جڏهن غزا تي ويندا هئا ته
وڏي همت سان پانهون ڪُنجي ويندا هئا ۽ سيني کان وڌيڪ
حشمت وارا پانئبا هئا ۽ دشمنن مان به وڏو بهادر اهو ليکبو
هو، جو حضورجن کي ويجهو اچي پوندو هو، چو ته دشمن
به حضورجن کي ويجهي اچڻ ۾ ڪنبندا ۽ ڊڄندا هئا. جنگ

حنين ۾ جڏهن ڪافر مسلمانن تي زور وارا ٿيا ۽ مسلمانن
وٺي ڀاڄ ڪاڍي ۽ ڪافر چوڌاري حضور جن کي گهيرو ڪري
ويا ته حضورجن بجاءِ هن جي جو پنهنجي لشڪر جي هيٺائي
ڏسي ڀوٿتي هئن، دلدل کي دشمن ڏي وڌائي فرمائڻ لڳا ته
آءٌ سچو رسول ۽ نبي آهيان هن ۾ ذرو ڪوڙ ڪونهي.
آءٌ عبدالمطلب جو پٽ آهيان — يعني جنهن صورت ۾ آءٌ
خداوند پاڪ جي طرفان نبي ۽ رسول آهيان، تنهن صورت
۾ ڀڪ آهي ته آءٌ فتحمند ٿيندس ۽ جنهن صورت ۾ آءٌ
عبدالمطلب جي خاندان مان آهيان، تنهن صورت ۾ شدني نه
آهي جو آءٌ ڀڃي ڏئي ڀوٿتي هٽان. هڪڙي لڙائي ۾ اوچتو
اچي مينهن وسيو جنهن ۾ سندن ڪپڙا پسي ويا. پاڻ اهي
ڪپڙا لاهي ڪنهن وڻ تي سڪائڻ وڌائون ۽ پاڻ انهيءَ
وڻ جي ڇانوري ۾ ليٽي پيا. غورث نالي هڪڙو پهلوان جو
ساري عربستان ۾ مشهور هو، سو حضورجن کي تنها ڏسي
پنهنجي بهادري جي زور تي ترار سوڌو اچي حضورجن جي
مٿان بيٺو ۽ ترار مٿان ڪڙي ڪري، حضورجن کي سڏ ڪري
چوڻ لڳو ته چؤ اڄ توکي مون کان ڪير بچائي سگهندو؟
حضورجن جهٽ پٽ وڏي شان ۽ جلال سان جلالي آواز
ڪري چيس ته "الله!" انهيءَ جلالي آواز آن تي اهڙو اثر
ڪيو جو هو ڏهلجي ڪري پيو ۽ ترار هٿ مان ڪري پيس
حضورجن جهٽ آن جي ترار هٿ ۾ کڻي چيس ته هاڻي خبر
ڏي ته توکي ڪير بچائي سگهندو؟ هن ويچاري جون وايون ٺي
والليون ٿي ويون. هن عرض ڪيو ڪو ڪونهي، جو مون کي
بچائي سگهي. حضورجن يڪدم ڇڏي ڏنس ۽ فرمايئون ته
آءٌ دنيا جي لاءِ رحمت آهيان، ماڻهن کي مارڻ لاءِ ڪين
آهيان. هن شخص سندن اهڙي رحمدلي ڏسي فوراً ڪلمو پاڪ
اشهد ان لا اله الا الله واشهد ان محمدا رسول الله صلي الله
عليه وسلم پڙهي اسلام قبول ڪيو، بلڪ پنهنجي قوم کي بہ
اسلام جي دعوت ڪري حق تي آڻڻ لڳو.

حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي ته هڪ دفعي رات جو هڪڙي پاسي کان اهڙو ڏپ جهڙو آواز ٻڌڻ ۾ آيو، جو مديني ۾ ستل ماڻهو ڇرڪ ڀري اٿي پيا. ننڍا ٻار به ڇرڪڻ ۽ ڊڄڻ لڳا. سڀ ماڻهو گهرن مان نڪري ٻاهر جاچ ڪرڻ ۽ آواز جي طرف ڏي ڊوڙڻ لڳا. شهر کان ٻاهر جو ويا ته ڏٺائون ته حضورجن به اڪيلي انهيءَ آواز تي نڪتا آهن. پاڻ ابوطلحة جي گهوڙي جي اگهاڙي پٺيءَ تي چڙهيل آهن ۽ ترار سندن ڳلي ۾ لٽڪيل آهي. جڏهن حضورجن ڪيترن ماڻهن کي حيران پريشان ڏٺو، تڏهن پاڻ گهوڙي کي جهلي، سيني کي دلجاءِ ڏنائون ۽ فرمايائون ته آءٌ ته هتي ڪجهه به ڪونه ڏٺو ڏسان. آخر ماڻهو به ڏسي وائسي موٽيا ۽ حضورجن (عليه الصلواة والسلام) به خير سان موٽيا. موٽڻ مهل ابوطلحة جي گهوڙي جي نالي فرمايئون ته هي گهوڙو هڪ درياءُ آهي. خدا جي قدرت اهو گهوڙو اهڙو ته حضورجن جي دعا کان پوءِ تکو ۽ مشهور اچي ٿيو، جو گهوڙا ڊوڙ ۾ ڪوبه گهوڙو سڄي ملڪ ۾ پڄي نه سگهندو هوس. حضورجن جي بهادري ۽ پهلواني جو هيترو ذڪر ڪرڻ جيترو مٿي لکيو ويو آهي، سون کي ته شرم ٿو اچي، ڇو ته حضورجن جي بهاديءَ جا هي سڀ سادا مثال آهن. سندن همت ۽ جرات بابت وڏن وڏن ڪتابن ۾ گهڻو ڪجهه بيان ٿيل آهي، جو ڪتاب وڏي، ٿي وڃڻ جي ڪري هتي نٿو لکان. بهادري ۽ پهلواني، همت ۽ جرات، ٻل ۽ طاقت نبين ۽ پيغمبرن لاءِ هڪ ضروري شيءِ آهي. ڪوبه پيغمبر اهڙو ٿي نه گذريو آهي، جو ضعيف ۽ بي طاقت هجي، مگر حضورجن جڏهن ته خاتم الانبيا ۽ آخرين پيغمبر هئا، انهيءَ ڪري سيڪا صفت منجهن گهٽي کان گهٽي هشڻ گهربي هئي، جا برابر اهڙيءَ طرح هئي.

# حضور جن جي بي تڪلفي ۽ ظرافت

حضور جن مجلس ۾ پنهنجن اصحابن سان سادا ۽ بي تڪلف
رهندا هئا ۽ مجلس ۾ ڪڏهن ڪڏهن چرچي-ڀوڳ جي
ڳالهه به هلندي هئي، مگر چرچو به سچوئي سچ هوندو هو.
هڪڙي سائل شخص حضور جن کان اٺ جو سوال ڪيو ته
ياحضرت، مون کي ڪو اٺ ڏيار. حضور جن فرمايو: بابا،
آءٌ ته اٺ جو ٻچو ڏيندوسانءِ، قبول هجئي ته حاضر ڪريان؟
هن چيو، ياحضرت، اٺ جي ٻچي کي آءٌ ڇا ڪندس،
مون کي چڙهي لاءِ اٺ گهرجي، سو اٺ ڏيار. جڏهن هن
ويچاري ابوجهه کي ڏٺئون ته اسان جو چرچو نٿو سمجهي،
تڏهن چيائونس ميان، اٺ ئي وٺ، پر اٺ به ته نيٺ اٺ ئي
جو ٻچو ٿيندو آهي. ڳالهه ڳالهه ۾ هڪڙي اصحابيءَ، جو
اسلام کان اڳ بت پرست هو، تنهن حضور جن جي دربار
۾ عرض ڪيو ته حضور! هڪڙي ڏينهن منهنجي بت مون کي
ڏاڍو فائدو رسايو هو. اهي لفظ ٻڌي سڀئي ماڻهو حيرت ۽
عجب ۾ پئجي ويا ته هي شخص مسلمان ٿي ڪري ڳالهه
ڪهڙي ٿو ڪري. ڀلا ائين به ڪو ٿي سگهي ٿو جو بت فائدو
رسائي! هن شخص ماڻهن کي حيران ڏسي سڄي ڳالهه ڪري
ٻڌائي ته، هڪڙي ڏينهن آءٌ سفر تي ويس ٿي-ٻوڇا ٻاٺ لاءِ
پڳل ڪڻڪ جي اٽي يعني ستو جو بت ٺاهي پاڻ سان کنيو
هوم، رستي تي هڪڙو اهڙو هنڌ آيو، جتي منهنجي کاڌي
جو سامان کٽي ويو، بک به ڏاڍي اچي لڳيم، وسنهه به
ويجهي ڪانه سو بک ۾ سڙڻ هارڪو اچي ٿيس. اوچتو ياد
آيم ته مون وٽ جيڪو بت آهي، سو ستو جو ٺهيل آهي،
يڪدم ڪڍي ٽڪر ٽڪر ڪري ويهي کاڌم ۽ اهو کائيندو
اچي وسنهه ۾ رسيس. جيڪڏهن اهو بت مون وٽ نه هجي
ها ته ضرور مون کي اڌمئو ٿيڻو پوي ها. هڪڙي ڪراڙي
عورت حضور جن کي عرض ڪيو ته ياحضرت، منهنجي حق ۾

دعا گهرو ته رب مون کي قيامت ۾ بهشت نصيب ڪري.
حضور جن چرچو ڪري چيس ته مائي، ڪراڙي زال بهشت
۾ وڃڻي نه آهي. مائي ويچاري ڏاڍي اچي ڏني ۽ دلگير
ٿيڻ لڳي. حضور جن مرڪي چيس ته مائي غم نه ڪر، مون
ته سچ ڳالهايو آهي. درحقيقت ڳالهه هن طرح آهي جو
جيڪي ڪراڙيون عورتون هونديون، اهي رب جي قدرت
سان جوان ٿي بهشت ۾ پير پائينديون.

زيد بن اسلم کان روايت آهي ته هڪڙو شخص اڪثر
گيهه ۽ ماکي حضور جن وٽ تحفه طريق کڻي ايندو هو.
جنهن دوڪاندار کان گيهه ۽ ماکي خريد ڪري ايندو هو
جڏهن قيمت گهرندو هوس ته چوندو هو ته وڃ وڃي حضور جن
کان قيمت وٺ. اهو ويچارو سمجهندو هو ته شايد حضرت جن
مال گهرايو آهي، سو حضور جن کان وڃي قيمت گهرندو هو.
حضور جن سمجهي وٺندا هئا ۽ کيلي کڻي رقم ڏيندا هئا.
جڏهن اهو شخص حضور ۾ ايندو هو ته پاڻ چوندا هئس
ميان، تو ته اسان وٽ گيهه ۽ ماکي تحفه طور آندي هئي،
پوءِ دوڪاندار ته پئسا اسان کان وٺي ويو. اهو شخص کلي
چوندو هو حضور! مون وٽ گيهه ۽ ماکي ٿهندا ڪين آهن
آءٌ کڻي آڻيندس، مون اوهان کي گهر ويٺي پهچائي ڏنا.
پاڻ بڌي مرڪي ڏيندا هئا ۽ هو اڪثر ائين ڪندو هو ته
پاڻ به هميشه ان جو اهو تحفو قبول ڪري دوڪاندار کي
پئسا پهچائي ڏيندا هئا، چوته حضور جن اڪثر تحفه آڻيندڙ
کي به سندس ڏنل تحفه ۾ شريڪ ڪندا هئا، انهيءَ ڪري
ان شخص کي به ان گيهه ماکي مان ڪجهه کارائيندا هئا،
جنهنڪري هو به پنهنجي کائڻ لاءِ ائين پيو ڪندو هو ۽
حضور جن کي به مزو لڳندو هو ۽ ان جو تحفو قبول ڪري،
هن کي خوش ڪري پوءِ قيمت پري ڏيندا هئا. حضرت انس
رضي الله تعالى عنه فرمايو آهي ته حضور جن مون سان چرچو

ڪندا هئا ته مون کي **ذوالاذنين** (ٻه ڪنيو) ڪري سڏيندا
هئا. هڪڙي ڏينهن زاهر نالي هڪ وهٽائي، جو اڪثر حضور جن
وٽ ٻهراڙي جون شيون سوکڙي ڪري کڻي ايندو هو ۽
پاڻ وري ان جي عوض ۾ شهر جون شيون خريد ڪري
ڏيندا هوس، سو بازار ۾ ترڪاري پيو وڪڻي، پاڻ اتاهون
لنگهيا ته ڏٺائونس. پاڻ چپ ڪيائون جو پويانس وڃي ياڪر
پاتئونس. زاهر چوڻ لڳو ڪير آهين؟ ڇڏ ڇڏ. پر جڏهن
معلوم ٿيس ته پاڻ ڪريم جن آهن ته هيڪاري پنهنجي پٺ
زور زور ڪري سندن جسم مبارڪ سان ڳنڍڻ ۽ گسڻ لڳو. پوءِ
فرمائڻ لڳا ته آهي ڪو جو هن غلام کي وٺي؟ زاهر ويچارو
هو رنگ جو ڪارڙو ۽ شڪل جو ڪوجهو، تنهن چيو ته
مون جهڙي تيچ کي ڀيو ڪير ڪيتري تي وٺندو. حضور جن
فرمايو نه نه. تون الله وٽ وڏي قدر قيمت وارو آهين.

## حضور جن جا مٺا ٻول ۽ سندن فصيحانه ڪلام

حضور جن ڳالهائڻ جا اهڙا ته مٺا هوندا هئا، جو ٻڌندڙ
کي موهي ڇڏيندا هئا. سندن وات مبارڪ مان جيڪي ٻول
نڪرندا هئا ته ٻڌندڙ ائين ڀائيندو هو ته ڄڻ موتي پيا هارجن.
پاڻ لفظ ٿورا مگر گهڻي معنيٰ وارا ڳالهائيندا هئا. پاڻ ٻين
وانگي تکڙو ڪين ڳالهائيندا هئا. سندن ڳالهائڻ اهڙو چٽو
۽ صاف هو، جو ٻڌندڙ نه فقط ٻڌي سمجهي سگهندا هئا، بلڪ دل
تي ويهاري ۽ ياد ڪري سگهندا هئا. پاڻ جيڪي چوندا هئا
يا جيڪا به نصيحت ڪندا هئا، سا ٻڌندڙن جي دلين تي اهڙو
اثر ڪندي هئي، جو وري وسرڻ مشڪل. ائين ته ڪڏهن
ڪونه ٿيو جو پاڻ ڪجهه فرمايو هجين ۽ ماڻهن نه سمجهيو
هجي— هرگز نه. پاڻ سونهارا جيڪڏهن ڪنهن پريءَ مجلس
۾ ڳالهائيندا هئا ته ماڻهو سندن اکر اکر ڳڻي سگهندا هئا.
پاڻ جيڪي ڳالهائيندا هئا، سو سادو ۽ دل مان نڪرندڙ ۽

دل ۾ چيندڙ ڳالهائيندا هئا، ۽ ائين ڳالهائيندا هئا جو ڄڻ
خيال ئي ڪرڻو ڪونہ ٿو پوين. سندن ڪلام ۾ تڪلف يا
بناوٽ اصل ڪانہ هئي. پاڻ جيڪي بہ زبان مبارڪ تي آڻيندا
۽ وات مبارڪ مان ڪڍندا هئا، سو سراسر حق ۽ سچ هوندو هو.
دنيا ۾ ڪنهن بہ پيغمبر يا ليڪچرار جو ڪلام هوبهو ماڻهن
کي بنا لکڻ ياد نہ پيئو، جهڙو حضورجن جون حديثون يا
سندن واتان ٻڌل قرآن شريف، جو ماڻهن هوبهو ياد ڪري ورتو.
پاڻ ڳالهائڻ مهل اهڙو عمدو ڳالهائيندا هئا، جو ڄڻ ڪو مصنف
جملو جملي تي چٽي پورو بيان ڪري رهيو آهي. سندن ڳالهائڻ
جو آواز ايترو پري تائين ويندو هو، جو سڀ ڪنهن جي جاءِ يا
مجال نہ هئي. هڪ دفعي جمعي جي ڏينهن حضورجن ممبر تي
مسجد نبوي ۾ وعظ واسطي چڙهيا ۽ ماڻهن کي فرمايائون تہ
ويهي رهو، سڀ حڪم موجب ويهي رهيا. هڪڙو اصحابي
سونهارو محلي بني تميم ۾ هو جو پرپرو هو، تنهن آتي حضورجن
جو آواز ٻڌو ۽ آتي جو آتي ويهي رهيو. وعظ جي وقت
سندن اکيون مبارڪ ڳاڙهيون لال ۽ آواز بلند ۽ ڪرو ٿي
ويندو هو ۽ سارو جسم مبارڪ اهڙو جوش پريل ٿي ويندو هئن
جو ڄڻ پاڻ ماڻهن کي وڏي مصيبت ۽ غنيم کان بچائڻ جي
ڪوشش ڪري رهيا آهن. حضورجن کي رياءَ ۽ اجائي
ڳالهائڻ کان هميشه بچان هوندي هئي. پاڻ نہ ڪنهن جي
گلا ڪندا هئا نہ ٻڌندا هئا، نہ ڪنهن جا عيب ڪڍندا هئا.
ڳالهہ آها ڪندا هئا، جنهن مان ڪندڙ ٻڌندڙ ٻنهي کي ڪجهہ
نہ ڪجهہ ثواب ملي. جڏهن پاڻ سولهارا ڳالهائڻ لڳندا هئا
تہ ماڻهو بلڪل ماٺ ڪري ويٺا ٻڌندا هئا، وچ ۾ ڳالهائڻ
جي ڪنهن کي مجال نہ هئي. جڏهن پاڻ پنهنجي ڳالهہ پوري
ڪندا هئا، تڏهن ڪنهن ٻئي کي ڳالهائڻو هوندو هو تہ ڳالهہ
ڪندو هو. جو ماڻهو ساڻن ڪا ڳالهہ ويٺو ڪندو هو تہ پيو
وچ ۾ ٽپي نہ پوندو هو. جيڪڏهن ڪو مظلوم (ستايل)

وٽن ايندو هو ته پاڻ ڇگيءَ طرح دل لائي انهيءَ جي ڳالهه سڻڻ لڳندا هئا ۽ پيا اصحابي هٿي پوئتي ويهندا هئا. سندن مٺي ڪلام ۽ خوش بياني ۾ دنيا جو ڪو انسان سائن پهچي ڪين سگهندو هو. سندن ڪمال قابليت ۽ فصاحت کي ڏسي ساري دنيا حيران هئي ۽ آهي. عربستان ۾ انهن ڏينهن ۾ قابليت، فصاحت ۽ بلاغت جو تمام زور هو، وڏا وڏا فصيح بليغ ليڪچرار هئا، جن ساري عربستان کي قابليت جي زور سان ماري مچايو هو، مگر حضور جن جي اڏو ڪنهن جي به دال نه ڳري. انهن ئي فصيحن ۽ بليغن مان گهڻن ته حضور جن جي رسالت ۽ خداء واحد جي هيڪڙائي تي ايمان آندو ۽ قرآن شريف کي انساني طاقت کان اعليٰ ۽ بالا ڪلام ڪري مڃو هو.

فصلوات الله عليٰ ابلغ البلغاء وافصح الفصحاء محمد رسول الله عليه و عليٰ آله و اصحابه وبرڪاته

## حضور جن جو حياء حضور شرمي

حضرت ابوسعيد خدري رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي ته حضور جن نهايت صاحب حياءَ ۽ شرم جا هئا، ايتريقدر جو ڪنواري ڇوڪري کان به وڌيڪ لڄارا هئا. سندن طبيعت اهڙي ته صاف هئي جو جيڪڏهن ڪا ڳالهه ڪين نه وڻندي هئي ته حياءَ جي ڪري پڌري پٽ ڪين چوندا هئا ته مون کي هيءَ ڳالهه نٿي وڻي. مگر سندن منهن مبارڪ مان سمجهي وٺبو هو ته هيءَ ڳالهه ڪين پسند نه آئي آهي. حضور جن ايتريقدر ته صاحب حياءَ جا هئا، جو گهڻو وقت ڪنهن به ماڻهوءَ جي منهن ۾ نهاري ڪين سگهندا هئا، جلد ئي ڪٽي ڪنڌ هيٺ ڪندا هئا. ڪين جيڪڏهن ڪا ڳالهه نه پسند ايندي هئي ته صفا ڪين چوندا هئا، مگر اشاره ڪنايه سان

ظاهر ڪندا هئا. حضورجن ضروري حاجت لاءِ به جبل يا
جهنگ ۾ پري پنڌ ڪري ويندا هئا. ويجهو ويهڻ ڪين
وٽندو هئن. جيڪڏهن ضروري حاجت لاءِ ويهندا هئا ته
تيسين ڪپڙو مٿي ڪين ڪڻندا هئا، جيسين زمين کي ويجهو
نه ٿيندا هئا. حضرت ام المؤمنين بيبي عائشه رضي الله تعاليٰ عنها
کان روايت آهي ته مون ساري عمر حضورجن جي ڪڏهن
به اگهاڙ نه ڏٺي، هي سڀ گهڻي حياءَ ۽ شرم جو سبب هو.

## ٻين کي عزت ڏيڻ، آئي جي آدرڀاءُ ڪرڻ

پاڻ آئي جي آدرڀاءُ تمام گهڻي ڪندا هئا ۽ اسلامي
اخلاقن مان اهو هڪ ضروري اخلاق سمجهندا هئا. پاڻ
فرمائيندا هئا ته مسلمانو! جو شخص اوهان مان وڏن جي
عزت نٿو ڪري ۽ ننڍن سان محبت نٿو ڪري، سو اسان مان
نه آهي. هڪڙي ڏينهن حضورجن پنهنجي حجري مبارڪ ۾
رونق افروز هئا. سندن اصحاب سونهارا به انهيءَ ڏينهن ايترا
ته وڌن حاضر هئا، جو وڌيڪ ڪنهن ماڻهوءَ جي ويهڻ جي
جاءِ ئي ڪانه هئي. حضرت جرير رضي الله تعاليٰ عنه ٿورو
دير سان آيو، مگر اندر جاءِ نه ڏسي ٻاهر چائنٺ وٽ ئي
ويهي رهيو. حضورجن جو هن کي سيني کان ٻاهر ۽ پريرو
ويهندو ڏٺو، سو پاڻ پنهنجي چادر مبارڪ ويڙهي سيڙهي کڻي
ڏانهس اڇلائيون ۽ فرمايئون ته هن تي ٿي ويهه. حضرت
جرير چادر مبارڪ کڻي اکين سان لاتي ۽ چادر کي چمي
بي‌اختيار روئڻ لڳو ۽ وري ويڙهي سيڙهي نهايت ادب سان
ڏانهن موٽائي موڪلي ۽ عرض ڪيائين ته ياحضرت، آءٌ هن
لائق نه آهيان، جو حضورجن جي چادر مبارڪ تي ويهان.
حضورجن جا منهنجي عزت ڪئي آهي، شال رب ڪريم
حضورجن جي عزت ۽ تعظيم وڌ ڪندو. پاڻ سونهارن سيني
اصحابن ڏي چوڏاري نهاري فرمايو ته جڏهن به اوهان وٽ
ڪو آدمي اچي ته اوهين ان کي عزت ڏيندا ڪريو.

گهڻو ڪري پاڻ سونهارا وهاڻي تي ٽيڪ ڏيو ويٺا هوندا هئا. اوچتو ڪو ماڻهو وٽن اچي نڪرندو هو ته پاڻ آئي جي آدر ڀاءُ لاءِ اهو وهاڻو ڪڍي ان کي ڏيندا هئا. جيڪڏهن اهو وٺڻ کان انڪار ڪندو هو ته پاڻ زور ڪري به آخر ڏيندا هوس.

پاڻ سونهارا وڏن جي تمام گهڻي عزت ڪندا هئا ۽ وڏن جي ڳالهه جو گهڻو لحاظ رکندا هئا. اهي جيڪي چوندا هئا ته پاڻ پورو ڪندا هئا. هڪڙي ڏينهن سندن پيغمبري ۽ فتوحات جي زماني ۾ دائي حليمه وٽن هلي آئي. پاڻ پنهنجي چادر مبارڪ وڇائي، کيس زور ڪري ان تي ويهاريئون. پوءِ فرمايئون ته اي منهنجي مهربان ماءُ، اوهان جو خير سان اچڻ ٿيو آهي، جيڪو ڪم ۽ حڪم هجي ته آءٌ حاضر آهيان. بيبي دائيءَ ڪن قيدين بابت سفارش ڪئي. پاڻ ائين ڪيائون ۽ پيو به جيڪي گهريائين، پاڻ سونهارن گهربل کان به وڌيڪ پهچائي ڏنس.

## حضور جن توحيد الاهي جي لحاظ سببان پنهنجي تعظيم جي منع ڪندا هئا

حضور جن پنهنجي تعظيم ٿيڻ ۾ خوش ڪين ٿيندا هئا ۽ نڪي وڻندي هين. حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته سيني اصحابن وٽ حضور جن جهڙو پيو ڪو به پيارو عزت ۽ تعظيم وارو ڪونه هو. مگر ته به جڏهن پاڻ سونهارا ايندا هئا ته اصحاب سندن لاءِ اٿندا ڪين هئا، ڇو ته حضور جن جو اصل حڪم هو ته

### لا تقوموا كما يقوم الاعاجم

(نه اٿو جيئن عجمي ماڻهو اٿندا آهن -- يعني هڪٻئي جي تعظيم لاءِ)

هڪڙي دفعي پاڻ سونهارا بيمار ٿي پيا، سو ويهي نماز نه پڙهي سگهيا -- ويهي رهيا. اصحابن کي به حڪم ڪيائون

تہ ويھي نماز پڑھو. رکو ھن خيال تي تہ متان ائين سمجھن ۽ اچي تہ پيغمبر خدا جو ويھي نماز پڑھي ٿو ۽ ٻيا ان جي تعظيم سببان بيھي نماز پڑھن ٿا. ھکڙي شخص حضور جن کي چيو تہ ياحضرت، روم ۽ ايران جي بادشاہ کي سندن رعيت جا ماڻھو سجدو کن ٿا، ڇا اسين اوھان کي سجدو نہ کريون؟ پاڻ فرمايئون: سجدو خاص ھک خدا کي کريو، کنھن ٻہ ٻئي کي نہ کريو(1). ھکڙي شخص انشاءالله جي بدران حضورجن جي سامھون اُن شخص ڳالھہ ۾ ھي لفظ چيا:

## ماشاءالله و ماشئت

(يعني جيکي الله گھريو ۽ توھان گھريو)

حضورجن اھي لفظ ٻڌي ڏاڍا خفي ٿيا. فرمايئون تہ مون کي الله پاک سان شريک نہ کريو. پڇاڙي واري بيماري ۾ پاڻ سونھارن فرمايو: خدا لعنت کري يھودين ۽ نصارن تي، جن پنھنجن نبين جي قبرن کي سجدہ گاھ بنائي وڌو. توھين منھنجي اھڙي تعظيم نہ کجو، جھڙي نصارن مسيح ابن مريم جي کئي. ۽ ھيئن ٻہ فرمايئون تہ منھنجي قبر کي سجدہ گاھ نہ بڻائجو. اصحابن سونھارن انھيءَ حکم جي پيروي ۽ توحيد جي لحاظ سببان سندن قبرمبارک کي ماڻھن جي نظر کان مخفي رکيو، تان تہ ماڻھو متان خلاف توحيد کجھہ کري نہ وجھن(2).

---

(1) شرم اچي، انھن نادان مسلمانن کي جيکي اوليائن سونھارن جي قبرن تي وڃي ھندن وانگي مٿا ٽيکيندا ۽ سجدا کندا ۽ چانئٺون چمندا ۽ نرڙ گسائيندا آھن.

(2) افسوس، اجکلھہ تہ زور زور کري پيرن جا مجاور ماڻھن کي کنڌ مان ونيو، پيرن جي آڏو سجدا پيا کرائين پيا بعضي ڏسڻ وائسڻا پڑھيا پير پنھنجن بزرگن جي آڏو سجدا ٿيندا ڏسي، خوش پيا ٿين ۽ زبان سان جھلين ٻہ نہ.

## حضور جن جو سادو گذران ۽ فقر فاقو

اگرچ حضور جن دين ۽ دنيا جا شهنشاهه هئا. زر دولت جي وٽن ڪمي ڪانه هئي. رب سڀڪجهه ڪين ڏنو هو، مگر جيڪي ملندو هون، سو قومي ضرورتن ۾ خرچ ڪري ڇڏيندا هئا ۽ پنهنجو خاص حصو الله ڪارڻ ڏئي-وٺي ڇڏيندا هئا. حضور جن جڏهن ڪو نئون ڪپڙو ٺهرائيندا هئا ته جمعي جي ڏينهن ڪان وٺي ڍڪيندا هئا. هڪڙي ڏينهن حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه حضور جن سان گڏ هو ۽ ٻئي بازار ۾ تشريف فرما ٿيا. اتي "سُنْدُس" جو* وڳو ڏسي حضرت عمر، حضور جن کي عرض ڪيو ته جيڪڏهن هي وڳو حضور جن عيد لاءِ خريد ڪن ته ڏاڍو چڱو! حضور جن فرمايو: يا عمر رض، هن وڳي کي آهو ڍڪي، جنهن کي آخرت ۾ ڪجهه بهرو مليل نه هجي. پاڻ سونهارا اڇا سفيد ٽوپي پائيندا هئا، جنهن کي عربي ۾ "قلنسوه" سڏيندا آهن. ڪڏهن رڳي ٽوپي، ڪڏهن رڳي پڳ، ڪڏهن پڳ جي اندران ٽوپي هوندي هين. يماني ٽوپيون به حضور جن پائيندا هئا ۽ جنگ جي وقت ۾ ٽوپ ڪنن ڍڪڻ وارا پائيندا هئا، پر جيڪڏهن ٽوپي يا پڳ نه ٿي سگهندي هئي ته معمولي ٻئي ڪپڙي جي مٿي ۽ پيشاني تي ڪٽي ٻڌندا هئا. پڳ جو پلاند وچ ڪنڌي تي ڇڏيندا هئا. ڪڏهن پلاند ڪان سواءِ به پڳ پائيندا هئا. جيڪڏهن ٻاهران قاصد ايندو هو ته انهيءَ وقت پاڻ عمدو لباس ڍڪيندا هئا ۽ فرمائيندا هئا ته هڙي وقت ۾ هڙو لباس ترار جهڙو ڪم ڏئي ٿو. پڳ مبارڪ ايڏي نه هوندي هين جو مٿي تي بار ۽ بوجهه ٿئي، بلڪ ايڏي ٻڌندا هئا، جنهن سان سردي ۽ گرميءَ جو بچاءُ ٿئي. قميص ڪين پسند هوندي هئي. ڪپڙن جا ٻه-ٻه جوڙا ڪڏهن نه رکيائون، فقط هڪ جوڙو هوندو هون.

* عمدي ڪپڙي جو قسم.

ڪڏهن تہ هن شهنشاهہ دين و دنيا حضور انور صلي الله عليه وسلم وٽ بيو ڪپڙو ئي ڪونہ هوندو هو، فقط هڪ چادر هوندي هئي، جا هيٺ-مٿي ڪري پورت ڪندا هئا. نماز وقت انهيءَ چادر جي اڌ جي گوڏ ڪندا هئا ۽ اڌ بت تي ڍڪيندا هئا. صبح جي ڪاڏي مان ڪڏهن بہ رات لاء، رات جي ڪاڏي مان ڪڏهن بہ صبح لاء ڪونہ بچائي رکندا هئا. جيڪڏهن ڪجهہ بچي پوندو هو تہ انهيءَ ئي وقت مسڪينن کي ورهائي ڏيندا هئا. سندن حرمن پاڪن زنانہ سرشت موجب جڏهن زيورن جي سخت خواهش ڪئي تہ پاڻ طلاق ڏين ۽ حرمن کان بيزار ٿين تائين بہ سنيرندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ جيڪڏهن فقر ۽ فاقو منظور هجيوَ تہ منهنجي گهر ۾ رهو، نہ تہ موڪل ڏيانوَ؟ قرآن پاڪ ۾ بہ ان بابت ذڪر آهي. رب تعاليٰ حضور جن کي حرمن پاڪن جي زيورن گهرڻ تي هيئن ارشاد فرمايو آهي:

يَا اَيُّهَا النَّبِيُّ قُلْ لِاَزْوَاجِكَ اِنْ كُنْتُنَّ تُرِدْنَ الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا وَ زِيْنَتَهَا فَتَعَالَيْنَ اُمَتِّعْكُنَّ وَ اُسَرِّحْكُنَّ سَرَاحاً جَمِيْلاً (٢٨) وَ اِنْ كُنْتُنَّ تُرِدْنَ اللّٰهَ وَ رَسُوْلَهٗ وَالدَّارَ الْاٰخِرَةَ فَاِنَّ اللّٰهَ اَعَدَّ لِلْمُحْسِنٰتِ مِنْكُنَّ اَجْراً عَظِيْماً (٢٩)

(آيت ٢٨-٢٩- الاحزاب)

(اي پيغمبر ڪريم (عليه الصلواة والسلام) پنهنجن زالن کي چئو تہ جيڪڏهن اوهين دنيا جي حياتي ۽ ان جو سينگار گهرنديون هجو تہ اچو تہ اوهان کي اجورو ڏيان ۽ چڱيءَ طرح ڇڏيان ۽ جيڪڏهن اوهين الله ۽ سندس پيغمبر ۽ آخرت جي گهر (يعني بهشت) کي گهرو ٿيون تہ بيشڪ الله تعاليٰ اوهان مان نيڪ عورتن لاءِ وڏو اجر تيار ڪيو آهي.)

۽ ٿورو اڳتي وري قرآن پاڪ ۾ حرمن پاڪن لاءِ هي ارشاد آهي جو سڀڪنهن سعادتمند عورت کي هنئين سان هنڊائڻ گهرجي-

وَ قَرْنَ فِيْ بُيُوْتِكُنَّ وَلَاتَبَرَّجْنَ تَبَرُّجَ الْجَاهِلِيَّةِ الْاُوْلٰي وَاَقِمْنَ الصَّلٰوةَ وَ اٰتِيْنَ الزَّكٰوةَ وَ اَطِعْنَ اللّٰهَ وَ رَسُوْلَهٗ

(۳۳- الاحزاب)

(۽ پنهنجي گهرن ۾ رهو ۽ پهرين جاهليت واري سينگار وانگر سينگار نہ ڪريو ۽ نماز قائم رکو ۽ زڪواة ڏيو ۽ الله ۽ الله جي رسول جي تابعداري ڪريو.)

بخاري ۽ مسلم جي صحيح حديث ۾ آهي تہ حضور جن جي گهر وارن پاتين رکو جَوَن جي ماني بہ لاڳيتا ٻہ ڏينهن ڍؤ ڪري نہ کاڌي هوندي، جيستائين کہ پاڻ دنيا مان خير جو گذاري ويا.

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي تہ حضور جن پاڻ ۽ سندن گهر وارا پاتي ڪيتريون ڪيتريون

راتيون خالي پيٽ بک ئي بک ۾ سمهي رهندا هئا ۽ جڏهن کو کاڌو کائيندا هئا ته اڪثر جوَن جي ماني هوندي هئي.

سهل بن سعد رضي الله تعاليٰ عنه کان ڪنهن پڇيو ته حضورجن ڪڏهن ميده جي ماني به کاڌي هئي؟ چيائين ته ٻاڻ سونهارن ساري عمر ميدو ڏٺو به ڪونه هو. وري سائل پڇيو ته حضرت جن جي زماني مبارک ۾ الي چاڻڻ جا ڀرڻ هوندا هئا؟ حضرت سهل چيو بلڪل نه. ٻوء اُن شخص پڇيو ته پلا جوَن جي الي جي ماني چاڻڻ کان سواء ڪيئن کائيندا هئا؟ حضرت سهل چيو ته ٿوري ڦوڪ ڏبي هئي، جيکي تهه يا ڪڌر هوندا هئا، سي اُڏامي ويندا هئا باقي الو ڳوهي پوء ماني پچائبي هئي.

حضرت انس بن مالک رضي‌الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي ته حضورجن ڪڏهن به شاهوڪارن ۽ اميرن جي وڏن وڏن خونچن ۽ دسترخوانن تي ويهي ڪونه کاڌو ۽ نه ڪڏهن چيني جي رڪابين ۾ کاڌائون ۽ نه سندن لاء سنها ڊڪڙ پچائڻ ۾ آيا.

راوي چوي ٿو ته مون پنهنجي اُستاد ڦتادة رضي‌الله تعاليٰ عنه کان پڇو ته حضورجن ۽ اصحاب سونهارا چمڙي جي دسترخوان تي مانڙي رکي کائيندا هئا. حضرت ابوهريره رضي‌الله تعاليٰ عنه هڪڙي جماعت وٽان لنگهيو، انهن وٽ پڪل ٻڪري رکيل هئي، جا کائڻ ويٺا هئا. حضرت ابوهريره کي به کائڻ لاء سڏيئون. حضرت ابوهريره رضه کائڻ کان انڪار ڪيو ۽ فرمايو ته رسول ڪريم (عليه‌الصلواة والسلام) دنيا مان لاڏائو ڪيو، مگر ٻجاڙيءَ تائين جوَن جي ماني به پيٽ ڀري نه کاڌائون، سو آءٌ ڪيئن هيترو کاڻا ڪي وقت اهڙا به حضورجن تي گذري چڪا، جو مدينه شريف ۾ هڪڙي يهودي وٽ زره گهه رکي، گهروارن لاء ڪجهه قوت گذران خريد ڪري آڻيندا هئا.

حضرت انس رضہ کان روايت آهي تہ حضورجن جي حويلي ۾ کنهن به وقت ڪٽڪ يا ٻئي اناج جو هڪ ٽويو به رکيل ڪونہ هوندو هو. حضرت ابوطلحة رضي الله تعالٰي عنه فرمايو آهي تہ اسان ماڻهن حضورجن وٽ هڪ دفعي بک جي شڪايت ڪئي. اهڙو حال هو جو اسانجن پيٽن تي بک کان هڪڙو هڪڙو پٿر ٻڌل هو، جو اسان حضورجن کي پنهنجو اهو حال ڏيکاريو تہ پاڻ سونهارن پنهنجو پيراهن مبارڪ کڻي، سچا ٻہ پٿر پيٽ مبارڪ تي ٻڌل ڏيکاريا. مسڪيني ايتري قدر جو ڪيترا وقت تيل جي نہ هجڻ ڪري حويلي شريف ۾ رات جو ڏيو ڪونہ ٻرندو هو. هڪ دفعي ماڻهن وٽن بک جي دانهن ڪئي. وٽن ڪجهہ کجور پيل هئي جا هڪ-هڪ داڻو ڪري سڀني کي وراهي ڏنائون.

حضرت اميرالمؤمنين عمر رضي الله تعالٰي عنه فرمايو آهي تہ آءٌ هڪڙي ڏينهن حضورجن جي خدمت شريف ۾ حاضر ٿيس، جا ڏسان تہ پاڻ کجيءَ جي چٽائي تي ليٽيا پيا آهن ۽ چٽائيءَ جا ڏنا سندن هڪڙي پاسي تي ٿي پيا آهن ۽ وهاڻو چمڙي جو اٿن، جنهن ۾ ڪپهہ جي بدران کجيءَ جا پن ۽ ٽاريون ڀرليون آهن. مون سندن اهو حال ڏسي عرض ڪيو: يا رسول الله (صلي الله عليه وآله وسلم) الله پاڪ کان دعا گهرو تہ رب ڪريم اوهان جي امت کي ڪشادي روزي ڏئي. ڏسو تہ ايران ۽ روم کي ڪيتري قدر نہ ڪشادائي آهي. اهي الله تعالٰي کي مڃين بہ نٿا ۽ سندس عبادت بہ نٿا ڪن. پاڻ فرمايئون: يا عمر رضہ، تون اڃان انهيءَ خيال ۾ آهين؟ ڪافرن کي جيڪي ملڻو آهي، سو دنيا ۾ ئي ملڻو آهي، آخرت ۾ انهن کي ڪجهہ بہ حاصل ٿيڻو نہ آهي. مواهب ۾ لکيل آهي تہ هڪڙي ڏينهن حضورجن کي سخت بک لڳي. پاڻ هڪڙو پٿر کڻي پيٽ سان ٻڌئون ۽ فرمائڻ لڳا تہ اي نفس! ٻڌ ۽ خبردار ٿي، دنيا ۾ گهڻا

اهڙا آهن، جي الله پاڪ جون نعمتون کائڻ وارا آهن، مگر آخرت ۾ انڪ آگهاڙا ۽ پيٽ بکيا هوندا. اي نفس! ڪي اهڙا ٻ آهن، جي پنهنجي نفس ڪي دنيا ۾ ڏاڍي عزت ڏا ڏين ۽ خوش ڏا رکن، مگر ساڳيو نفس انهن شخصن ڪي بي عزت ۽ بي تعظيم ڪندو آهي ۽ ڪي اهڙا ٻ آهن، جي پنهنجي نفس ڪي خراب خوار ٻ ڪندا آهن، مگر تہ ٻ سندن نفس سندن تعظيم ۽ عزت ڪندو آهي. حضورجن فرمايو تہ انسان ذات لاءِ پيٽ جهڙو ٻيو بڇڙو ٿانو ڪونهي جو ڀرڻو پويس ٿو، نہ تہ ٻہ-ٽي گرهہ ڪافي آهن، جي انسان ڪي سلامت رکي سگهن. جيڪڏهن انسان تي انسانيت غالب هجي تہ هوند پنهنجي پيٽ جي هڪڙي حصي ڪي کاڌي سان ۽ هڪڙي حصي ڪي پاڻيءَ سان ڀري ۽ هڪڙو حصو ساهہ کڻڻ لاءِ خالي ڇڏي.

حضرت امّ المؤمنين بيبي عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها کان روايت آهي تہ هڪڙي ڏينهن هڪ انصارڻ بيبي مون وٽ آئي. مون وٽ حضورجن جي بستري لاءِ هڪ ٿلهي چادر پيل ڏٺائين، سو ڏسي ڏاڍو افسوس ڪيائين. گهر وڃڻ شرط هڪڙو بسترو حضورجن لاءِ ڏياري موڪليائين، جنهن ۾ اُن ڀريل هئي ۽ نرم هو. جڏهن پاڻ سونهارا خير سان تشريف فرما ٿيا تہ اهو بسترو گهر ۾ ڏسي پڇڻ لڳا تہ هي نئين شيءِ ڪاٿان آئي آهي؟ مون عرض ڪيو تہ حضور، فلاڻي انصارڻ بيبي آئي هئي، تنهن اوهان لاءِ ڏياري موڪليو آهي. پاڻ ارشاد فرمايئون تہ هينئر جو هينئر اهو بسترو موٽائي موڪليو- هي اسان پاڻهن جي لائق نہ آهي- قسم آهي خدا جو جيڪڏهن آءٌ گهران ها تہ سون ۽ چاندي جا جبل مون سان گڏ هلن ها.

روايت آهي تہ حضورجن وٽ جيڪا چادر هئي، اهائي جاتي ويندا هئا تہ وڇائي سمهي رهندا هئا. اڪثر پاڻ سونهارا تڏي تي سمهندا هئا ۽ ٻيو ڪجهہ بسترو هيٺان نہ وڇائيندا هئا.

حضرت ابن مسعود رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿو ته تڏي جا ڏنا سندن ٻاسرين مبارڪن تي ڏسي مون کي روئڻ اچي ويندو هو. حضرت امّ المؤمنين بيبي حفصه رضي الله تعاليٰ عنها کان ڪنهن پڇيو ته حضورجن اوهان وٽ ڪهڙي هنڌ تي آرام ڪندا هئا؟ بيبي صاحبه فرمايو ته هڪڙو ٿلهو ڪپڙو ٽاٽ جهڙو هوندو هو، جنهن کي ٻيٽو ڪري وڇائيندا هئاسين. هڪڙي دفعي مون ان کي چار تهه ڪري حضورجن کي وڇائي ڏنو ته پلي نرم ٿئي. حضورجن خير سان ستا سمهي رهيا. صبح جو اٿي مون کان پڇيائون ته رات تو مون کي ڇا وڇائي ڏنو هو؟ مون عرض ڪيو: حضور! هميشه وارو ڪپڙو، مگر ڪالهه رات انهيءَ کي چوٽو ڪري نرم ڪري وڇايو هوم. پاڻ فرمايئون آئنده ائين نه ڪندا ڪريو، جيئن روز وڇائيندا هئا، تيئن وڇائيندا ڪريو. ڇو ته نرم بستري جي ڪري رات منهنجي نماز ٿي قضا ٿي پئي آهي. هڪ دفعي حضورجن هڪ اهڙي هنڌ منزل انداز ٿيا، جتي مڇر ۽ منگهه گهڻا هئا، جي رات جو سمهڻ ئي نه ڏيندا هئا. اصحابن سونهارن گهڻي مشڪل سان رات گذاري. لاچار صبح جو عرض ڪيائون ته حضورجن جيڪڏهن ڪنهن ٻئي هنڌ هلي منزل ڪن ته چڱو ــ هتي ته مڇرن ۽ منگهڻ آرام ڪرڻ ئي نه ڇڏيو آهي. پاڻ فرمايئون: منهنجي رات ته ڏاڍي چڱي ۽ خير سان گذري آهي. هنن جو شڪر آهي، جو هنن اسان کي رات عبادت الاهيءَ لاءِ سجاڳ رکيو ٿي.

هڪڙي ڏينهن حضورجن امّ المؤمنين بيبي عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها کي فرمايو ته اي عائشه رض، مون کي دنيا سان ڪجهه به لڳ ـ لاڳاپو نه آهي. مون کان وڏيڪ منهنجن ڀائن اڳين پيغمبرن تڪليفون ڏٺيون ۽ صبر ڪيو ۽ انهي ئي حالت ۾ دنيا مان سفر ڪري پنهنجي رب سان وڃي مليا. الله تعاليٰ انهن جو مرتبو وڌايو ۽ انهن کي

آجر عظيم ڏنو*. انهيءَ ڪري آءٌ پنهنجي روزي ڪشادي هجڻ ۾ ڊڄان ٿو. ائين نہ ٿئي جو سڀائي اهڙن سکن جي ڪري منهنجو درجو گهٽجي پوي. شل مون کي پنهنجي پائن وٽ لڄي ٿيڻو نہ پوي. انهيءَ گفتگو ڪرڻ کان پوءِ هڪڙي ئي مهيني جي اندر حضورجن وفات ڪئي. حضرت امام حسن رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي تہ حضورجن ڪڏهن بہ پنهنجي غريبت ۽ تنگ گذران جو ذڪر، شڪايت يا بي‌صبري جي نموني تي ڪين ڪندا هئا، بلڪ جو ڪجهہ بيان فرمائيندا هئا، تنهن مان رکو پنهنجي اُمت جي تسلي ۽ تعليم جو مطلب هوندو هون تہ جيڪڏهن اُمت تي ڪو اوکو وقت اچي پيهي تہ جيئن پاڻ سونهارا اهڙن وقتن ۾ صبر ڪندا هئا، تيئن هو بہ صبر ڪن. حضرت انس رضہ فرمائي ٿو تہ حضورجن فرمايو تہ خدائي معاملي ۾ جهڙو مون کي ڊيڄاريو ويو تهڙو ڪنهن کي بہ ڪونہ ڊيڄاريو ويو. مون کي ايترا ايذاءَ ڏنا ويا جو ڪنهن کي بہ نہ ڏنا ويا. مون کي مهينو مهينو گذري ويندو هو تہ مون لاءِ ۽ بلال رضہ لاءِ ايترو کاڌو موجود نہ هوندو هو، جنهن کي ڪوبہ ساهہ وارو کائي جيئرو رهي سگهي. جيڪڏهن ڪجهہ اناج موجود ٿي سگهندو هو تہ بہ ايترو، جو بلال جي ڪڇ ۾ لڪي سگهي. مهمانن کان سواءِ ڪڏهن بہ حضورجن وٽ سندن کاڌي لاءِ ماني ۽ گوشت ٻئي گڏ نہ آيا. البت جيڪڏهن ڪو مهمان ايندو هو تہ ان جي خاطر گوشت ۽ ماني گڏ ايندا هئا. اڪثر ائين هوندو هو جو حضورجن جيڪڏهن صبح جو ڪجهہ کائيندا هئا تہ شام جو کاڌو موجود ٿي نہ سگهندو هو،

---

* هي سڀ سندن ڪسرنفسي هئي ورنہ جيترئقدر حضورجن کي تڪليفون رسيون ۽ پاڻ صبر ڪيائون اوترئقدر ڪنهن بہ نبي ۽ پيغمبر کي تڪليفون نہ رسيون هونديون. — مصنف

۽ جيڪڏهن شام جو کائيندا هئا تہ صبح جو وري بس. حضرت
عتبه بن نحروان رضہ فرمايو آهي تہ آءٌ انهن ڏينهن جو مسلمان
آهيان، جو مون کان اڳي سواءِ ڇهن ڄڻن جي ٻيو ڪو اڃا
مسلمان ڪونہ ٿيو هو، آءٌ ڇهن کان پوءِ ستون هئس. انهيءَ
وقت اسان جي جيڪا حالت هئي سا ٻڌو تہ ڪهڙي هئي.
مسلمان ٿيڻ سببان ڪوبہ اسان جو حال ڪونہ پڇندو هو.
اسان سان ايتريقدر ضد ٿيو، جو ماني جو ٻور بہ ٻڪ مرندي
اسان کي ڪو ڪونہ ڏئي. ڇئون تہ ٻورهيڙو ڪري پيٽ گذران
ڪريون تہ ڪوبہ اسان کي ٻورهيت ڪري نہ رکي. وڻن جا
پن کائي کائي اسان جون واڇون ئي ڦٽي ويون هيون.
ڪپڙن لاءِ وري هيڪاري وڏيڪ محتاج هئاسين. اتفاقاً
هڪڙي ڏينهن جهنگ ۾ هڪڙي چادر پيل هٿ اچي ويئي.
ان جا ٻہ ٽڪر ڪري هڪڙي جي گوڏ ٻڌيم ۽ هڪڙو
سعد بن مالڪ کي ڏئي ڇڏيم. خدا جو شان پوءِ آخر جلدئي
اسان ستن مان ڪوبہ اهڙو نہ رهيو، جو ڪنهن نہ ڪنهن ملڪ
جو حاڪم نہ ٿيو. اسان کي پنهنجي رب پهرين تڪليفن ۽
ڏکن جو موچارو عوض ڏنو. حضرت ابو هريره کان روايت
آهي پاڻ فرمائي ٿو تہ ستر ڄڻن صفه جي اصحابن مان مون
ڪوبہ اهڙو ڪونہ ڏٺو، جنهن کي ڪٿي ڪا چادر هجي.
هئي تہ ڪنهن وٽ گوڏ هئي يا ڪمّي. جنهن کي پنهنجن
پنهنجن ڪنڌن ۾ ٻڌي ڇڏيندا هئا. اهو گوڏ جو ڪپڙو يا
ڪمّي ڪنهن کي پنيءَ تائين هئي، ڪنهن کي مُريي تائين.
مگر اهڙيون اڀوريون هيون، جو اگهاڙي ٿيڻ جي ڊپ کان
هٿن سان جهليندا رهندا هئا. هي هو حضورجن جي رفيقن جي
گذران جو حال. حضرت ابوذر غفاري رضہ کان روايت آهي.
پاڻ فرمائي ٿو تہ مون کي منهنجي دوست رسول الله
صلي الله و آله، وسلم ستن ڳالهين جي هدايت ڪئي هئي:

(1) مسڪينن سان محبت رکڻ، انهن سان ويجهو گذارڻ.

(2) پاڻ کان گهٽ ماڻهو ڪي ڏسڻ (عبرت لاءِ) ۽ جنهن وٽ دنيائي ناٽ گهٽو هجي، انهيءَ کي نه ڏسڻ (متان هوس ۽ ريس پيدا ٿئي).

(3) مائٽن سان مائٽي ڳنڍڻ، اگرچ هو ڇنن.

(4) ڪنهن کان ڪجهه به نه گهرڻ.

(5) حق چئي ڏيڻ ڀلي ڪنهن کي نه وڻي.

(6) دين جي ڪم ۾ ڪنهن کان به نه ڊڄڻ، چڱي ڪم بابت چوڻ ۽ بُري ڪم کان روڪڻ، ڪنهن جي به طعني ملامت کان نه ڊڄڻ.

(7) **لاحول ولاقوة** جا لفظ اڪثر زبان تي آڻڻ.

حضرت ابوهريره رضہ کان روايت آهي ته بيبي عائشه صديقه رضہ هڪ چادر ۽ هڪ گوڏ ٿلهين پيل حويليءَ مان ڪڍي اسان کي ڏيکاري ۽ فرمايائين ته هنن ٻن ڪپڙن ۾ حضورجن دنيا ڇڏي هئي. هيءَ انهيءَ وقت جو ذڪر آهي جنهن وقت اسلام جو غلبو هو، ۽ رب فرمايو هو ته:

اَلْيَوْمَ اَكْمَلْتُ لَكُمْ دِيْنَكُمْ وَ اَتْمَمْتُ

عَلَيْكُمْ نِعْمَتِيْ وَ رَضِيْتُ لَكُمُ الْاِسْلَامَ دِيْنًا

(٣- المائده)

(اڄ ڪامل ڪيو مون اوهان لاءِ دين اوهان جو ۽ پوري ڪئي مون اوهان تي نعمت پنهنجي ۽ اوهان جي اسلام قبول ڪرڻ کان آءٌ راضي ٿيس).

اگرچ الله تعاليٰ حضورجن ۽ سندن سائين تي پنهنجي مهرباني پوري ڪئي هئي ۽ کين دشمنن ۽ ڪافرن تي فتح بخشي هئي، ۽ دنيا ۽ دولت به غنيمت ۾ گهٽي ئي پئي ملي، پر جيڪي

حضور جن کي **ملندو** هو سو پنهنجو سمجهندا ني کين هئا، **مسکينن** يتيمن بيواهن کي پهچائي ڏيندا هئا. پاڻ اهي ئي مسکيني ۾ گذاريندا هئا:

**فصلوات الله علي ذالک النبي الذي کان صابرا علي الضراء و شاکرا علي النعماء و علي آله و اصحابه و برکاته و تسليماته**

## حضور جن جي مهمان نوازي

حضور جن اگرچه مسکين رهندا هئا، دنيا ۽ دولت بظاهر کانه هين ۽ پاڻ جائي جواري تي گذارڻ پسند کندا هئا. اهڙي تنگ حال گذارڻ ۾ سيکنهن جي جرئت هوند نه ٿي جو دل کشادي کري مهمانن کي منهن ڏئي، ۽ مهمان نوازي جا پورا حق بجاء آڻي. پر حضور جن مسکيني هوندي به دريا دلي سان مهمانن کي رهائيندا، کارائيندا، پياريندا، خدمتگذاري کندا ۽ انهن کي سکيو رکندا هئا. مهمان کنهن به مذهب، متي، دين ۽ ڌرم جو هوندو هو يا کهڙو به بڇڙو يا نالائق هوندو هو ته به حضور جن ان جي خاطري کندا هئا. **فرمائيندا** هئا ته مهمان جي خدمت اسلام جي ضروري اخلاق سان آهي. جيکڏهن کي به چئا پاڻ ۾ وڙهيل هوندا هئا ته پنهي جي پاڻ سونهارا مهماني کندا هئا. هکڙي کي کين سڏائيندا هئا. پاڻ نهايت خليق، ملنسار ۽ مهمانن سان کيلي هلڻ وارا هئا. هکڙي دفعي مکي جا ڪجهه کافر اچي سندن مهمان ٿيا. اصحابن سونهارن **چا کيو** جو هکڙي هکڙي جي مهماني، هکڙي هکڙي پاڻ تي کئين. مگر هکڙو کافر اهڙو ته شرير هو جنهن کي کو به **اصحابي** جرئت کري پاڻ وٽ مهمان نه پيو کري. حضور جن انهيءَ شرير کي پنهنجو مهمان کيو، ۽ **پاڻ** وٽ وٺي ويس.

مگر هو اهڙو ته ڪو ڪاٿو ٻلا هو، جنهن حضور جن وٽ ايترو گهڻو ڪاڏو جو جيڪي حويليءَ ۾ سيني گهرَ جي ڀاتين اهل بيتن لاءِ تيار ٿيو هو، سو آهو هڪڙو ئي ڪائي ويو، رکيو هن لاءِ ته ڀلي ته حضرت جن جا سڀ ماڻهو بک ۾ مرن. هن جڏهن ڪائي ڍؤ ڪيو تڏهن حضور جن کيس هڪ خلاصي ڪوٺڙي ۾ وٺي وڃي سمهاريو، ۽ چڱو هند وڇائي ڏنائونس. خدا جي قدرت! اهڙي اچي بدهضمي ٿيس جو ساري رات پٽي دست ٿيس. جڏهن پره ڦٽي تڏهن هو شرم کان سوير ئي نڪري ڪاڏي هليو ويو. حضور جن صبح جو آيا، ڇا ڏسن ته سارو مڪان غلاظت ساڻ ڀريو پيو آهي؛ بسترو بسترو سڀ ناپاڪ ڪري ڇڏيو هئائين -- حضور جن کي افسوس ٿين لڳو ته اسان جو مهمان شايد رات بيمار ٿي پيو آهي، ڪنهن سندس خبر ڪانه لڌي آهي ۽ خدمت ڪانه ڪئي آهي، انهيءَ ڪري ناراض ٿي هليو ويو آهي. پاڻ سونهارن ڇا ڪيو، جو هن جا وڇايل ۽ خراب ڪيل لٽا ويهي پنهنجن پاڪ هٿن سان ڌوئڻ ۽ صفا ڪرڻ لڳا. اصحاب سونهارن، جو حضور جن کي اهڙو ڪم ڪندو ڏٺو، تن زور سان عرض ڪيو ته يا رسول الله، ٻاجهه ڪري اوهين اهو ڪم ڇڏي ڏيو، اسان کي ڇڏيو ته اسين صاف ڪري ڏيون. پاڻ سڳورن فرمايو بابا، هي اسان جو مهمان هو، پنهنجي مهمان جي خدمت ٻه پاڻ ڪجي. خدا جي قدرت! اهو شخص، جو حضور جن وٽ مهمان هو، سو پنهنجي نهايت عمدي ۽ قيمتي ترار انهي ڪوٺيءَ ۾ وساري ويو هو، تنهن کي ٻه جلد ئي ياد آئي، لاچار انهي جي ڪڻڻ لاءِ موٽيو پيس. آيو، اچي ڏٺائين ته مار! حضور جن پاڻ پنهنجي سر هڙو ڪم پيا ڪن، ۽ جيڪي اصحاب سونهارا پيا اچن، سي ڏاڍي عاجزيءَ سان پيا ليلهائين ته حضور اسان کي ڇڏيو ته اسين ڌوئون. اسان جا ماءُ-پيءُ توتي قربان، اسين تڏهن ڇا جي لاءِ آهيون.

انهيءَ روايت کي مولانا روم واري، مثنوي شريف ۾ هن طرح لکيو ويو آهي:

**هر کسي مي گفت کز بهر خدا**

(سيڪنهن پئي چيو ته واسطي خدا جي).

**جان ما و جسم ما قربان ترا**

(جان ۽ جسم اسان جو توتان صدقي).

**ما بشوئيم اين حدث را تو بهل**

(ڇڏ ته اسين هي غلاظت ڌوئون).

**کار دست است اين نه کار جان و دل**

(هي ڪم اسان ٻانهن جي هٿن جو آهي، نه اوهان جهڙن جان ۽ دل جو).

**ما براي خدمت تو مي زئيم**

(اسين سائين جن جي خدمت لاءِ پيا جيئون).

**چون تو خدمت مي کني پس ماکئيم**

(جڏهن سائينجن پاڻ خدمت ڪندا ته پوءِ ڀلا اسين وري ڪير آهيون).

اها حالت ڏسي اهو شخص ڏاڍو شرمندو ٿيو ۽ ڏاڍو پڇتايائين. اهڙو حال ٿيس جو زور سان بي اختيار دانهون ڪري روئڻ لڳو. حضور جن پنهنجي مهمان جي اهڙي پشيماني ۽ گريو زاري ڏسي، ڏاڍي نوازش سان سائس ڳالهائڻ لڳا ۽ احوال ولي ترار ڪٽي ڪيس ڏنائون. مگر هن ڪان ته سڀ ڳالهيون ويون وسري ۽ جهڙو هو شاهي شرير، اهڙو ئي ٿي پيو غريب ۽ شريف. اخلاق محمدي ڏسي حيران ٿي ويو ۽ عرض ڪرڻ لڳو ته يا رسول الله، تنهنجي اخلاق ته مون کي موهي تنهنجو غلام ڪري ڇڏيو آهي! ائين چئي ڪلمو پاڪ **اشهد ان لا اله الا الله و اشهد ان محمد رسول الله** پڙهي

مسلمان ٿيو. حضور جن مهمان جي خاطرداري نه فقط پاڻ
ڪندا هئا، بلڪ هميشه پنهنجي اُمت کي اها هدايت ڏيندا
رهندا هئا، ۽ فرمائيندا هئا ته **اڪرموا ضيفڪم.** عزت ڏيو
پنهنجي مهمان کي.

اللهم صلي علىٰ سيدنا محمد و علىٰ آله و اصحابه
و بارڪ وسلم.

## حضور جن جي پنهنجي حويلي ۾ هلت چلت، خانہ داري ۽ گهر جو ڪم ڪار ڪرڻ

حضور جن اندر حويليءَ ۾ ويندا هئا ته هميشه خوشرو
ٿي ويندا هئا، حويلي جي ماڻهن سان نرم ٿي ڳالهائيندا هئا.
۽ خوش طبعي به ڪندا هئا. پنهنجي نياڻي بيبي فاطمه خاتون جنت
رضي الله تعالىٰ عنها جي مٿي تي پاڻ سونهارا چمي ڏيندا هئا ۽
ڏاڍو پيار ڪندا هئا. حضور جن پنهنجن رفيقن ۽ حرمن بيبين
سان اهڙيءَ طرح هلندا هئا، جو چڻ پاڻ به منجهان هڪڙائي آهن،
۽ سڀڪنهن سان چڱو سلوڪ رکندا هئا. بيبي عائشه صديقه رضه
فرمايو ته آءٌ جيڪڏهن ڪجهه گهرندي هيس ۽ ڪنهن شيءِ
تي سڌ ٿيندي هيم ته حضور جن منهنجو چيو مڃيندا هئا.
جنهن ٿانو ۾ آءٌ پيئندي هيس انهيءَ ئي ٿانو ۾ انهيءَ هنڌان
حضور جن به پيئندا هئا. گوشت جي اوبر جيڪا آءٌ ڪري
ڇڏيندي هيس، حضور جن سا کائيندا هئا. مون وٽ اچي ويهندا
۽ قرآن شريف پڙهندا هئا. حضور جن انصارن جون نياڻيون
اندر حويليءَ ۾ بيبي عائشه صديقه رضه سان راند ڪرڻ ۽ وندرڻ
لاءِ موڪليندا هئا. حضور جن اندر حويليءَ ۾ حرمن پاڪن
سان گڏ هڪڙي ئي ٿانو ۾ گڏجي به کائيندا هئا، جيڪڏهن
بيبي عائشه رضه ڪاوڙبي هئي ته پاڻ چوندا هوس، هي دعا
پڙهه ته ڪاوڙ لهي وڃئي:

## اللهم رب محمد اغفرلي ذنبي و اذهب غيظ قلبي و اجرني من مضلات الفتن

(اي خدا، اي رب محمد، جا بخش مون کي منهنجا گناهہ ۽ منهنجي دل جي ڪاوڙ لاهہ ۽ دنيا جي فتنن فسادن کان مون کي بچاءِ.

جيڪڏهن ڪو حرم سونهارو وفات ڪري ويندو هو تہ بہ پاڻ سونهارا انهيءَ جي ساهيڙين کي عزت ۽ تعظيم ڏيندا هئا انهيءَ حرم جي محابي. بيبي خديجة الڪبريٰ رضہ جي وفات کان پوءِ جيڪڏهن ڪا شيءِ يا سوکڙي ولن ايندي هئي تہ پاڻ بيبي صاحبہ جي ساهيڙين ڏانهن ڏياري موڪليندا هئا. پاڻ گهٽو ڪري حرمن پاڪن تي ڪاوڙ ڪانہ ڪندا هئا ۽ کين هر طرح راضي رکڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. جيڪڏهن منجهن ڪو فيصلو ڪرڻو پوندو هون تہ انصاف سان ڪندا هئا، ڪنهن جي بہ پاس خاطري نہ ڪندا هئا. پاڻ فرمائيندا هئا تہ اوهان ۾ چڱو مرد آهو چئبو، جو پنهنجي اهل سان چڱو ٿي هلي. آءٌ بہ پنهنجي اهل سان چڱو ٿي هلندو آهيان. حضور جن کي ڪيترائي حرم هئا مگر سڀني کي راضي رکندا هئا، ڪنهن کي بہ شڪايت جو سبب نہ ملندو هو. پنهنجن حرمن پاڪن کي قرآن ڪريم سيکاريندا ۽ دين جي تعليم ڏيندا هئا. زالن ۾ اسلام ۽ دين ڦهلائڻ جي مدد پنهنجن حرمن کان وٺندا هئا. بيبي عائشہ رضہ وٽان زناني مذهبي تعليم دنيا کي گهٽي ملي ۽ گهٽيون بيبيون بہ انهيءَ مطلب لاءِ هيون تہ زنانيون مذهبي ڳالهيون آهي حضور جن کان سڪن ۽ پوءِ مسلمانن جي زالن کي ٻڌائين تان تہ زنانہ شرعي مسئلا ۽ ضرورتون بہ پوريون ٿي وڃن، رهجن نہ. حضور جن اندر حويلي ۾ حويلي جا ڪم ڪاريون بہ ڪندا هئا. پاڻي پيڻ ڪوزرو پرڻ ازاين قسم ٻيا اهڙا ڪم پاڻ پنهنجن هٿن سان ڪندا هئا. پنهنجن

کپڙن کي ٽوپو ٽانڪو به پاڻ ڏيندا هئا. پنهنجون جتيون پاڻ صفا ڪندا هئا. ٻڪريون پنهنجون پاڻ ڏهندا هئا. پنهنجن هٿن سان پاڻ ڪم ڪرڻ ۾ ڪو عيب ڪين سمجهندا هئا. حرم پاڪ به سندن اهي اخلاق ڏسي ۽ سندن اهڙي سادگي ڏسي، ڏاڍو سندن ادب ڪندا هئا.

فصلوات الله عليه و علیٰ آله و اصحابه و برڪاته و تسليماته.

## حضور جن جي پرهيزگاري ۽ دنيا کان بيپرواهي

حضور جن جيڪي به خلق الله جي ڀلي جي ڪوشش ڪئي ۽ جو ڪجهه پاڻ سونهارن جاهلن کي سمجهايو، گمراهن کي هدايت ڏني، بيراهن کي راهه لاتو، بيعلمن ۾ علم جو روح ڦوڪيو، خلق کي خدائي پيغام پهچايو. انهيءَ ڪري تڪليفون سٺيون، مصيبتون سر تي سهايون، قسمين قسمين ايذاءَ ڏٺا، اهي سڀ خدا ڪارڻ ڪيائون ڪو غرض يا مطلب ڪونه هئن. جيڪڏهن ڪو غرض يا مطلب هئن ته اهوئي هئن ته گمراهه هدايت وارا ٿين. وحشين ۽ ميرن جهڙا انسان ڪامل انسان بڻجن. خدا جي زمين تان فتنو ۽ فساد بند ٿئي. الله پاڪ کي نه مڃيندڙ رب ڪريم کي مڃين. غير خدا جي آڏو سجدا ڪندڙ، مولا سائين جي اڳيان ڪنڌ نمائين ۽ سجدو ڪن. بس انهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪو ذاتي، نفساني، دنيائي غرض ڪونه هئن. پاڻ سونهارا جهڙا اول ۾ مسڪين هئا تهڙائي آخر تائين مسڪين رهيا. اگرچه ڪين رب تعالیٰ ملڪ ۽ خلق جو بادشاهه بنايو. سندن سائين کي به، جي اڳي مسڪين هئا، الله پاڪ غني ۽ دولتمند ڪيو، پر ته به پاڻ اهي ئي فقير ۽ مسڪين ئي رهيا. خلق جي خيرخواهي ۽ نگهباني، پرگهور ۽ سنڀال، ملڪ جو انتظام ۽ بندوبست، ماڻهن جا فيصلا ۽ نبيرا، گنهگارن کي سزائون ۽ بيگناهن

کي آزادي، اهي کم بادشاهن جهڙا ڪندا هئا. مگر انهيءَ پورهئي جو نہ ڪو عوض گهرندا هئا نڪو اجورو وٺندا هئا بلڪ صاف فرمائيندا هئا تہ:

لا اسئلکم عليه اجرا

(انهيءَ خدمت بابت (اي قوم) اوهان کان آءٌ ڪجهہ بہ اجورو نٿو گهران).

ڪين ملڪ گيري جو خيال ڪونہ هو، نڪو دولت ۽ تَڪن گڏ ڪرڻ جو. هي تہ خسيس خيالن وارن جو ڪم آهي، حضورجن جا خيال بلڪل اعليٰ ۽ اوچا هئا. هو دنيا جا هادي، رهنما ۽ مرشد ٿي آيا هئا. هو انسانن کي سڌارڻ لاءِ آيا هئا نہ دنيا دولت هٿ ڪرڻ لاءِ. پاڻ سونهارا وقت بوقت قوم کي هن طرح فرمائيندا هئا.

ما اطلب اموالکم ولا الشرف فيکم-
ولا الملک عليکم

(آءٌ اوهان جا مال ڪونہ ٿو گهران نہ اوهان ۾ پنهنجي بزرگي جو طالب آهيان، نہ اوهان تي بادشاهي ڪرڻ گهران ٿو).

ڪين ڪافرن مشرڪن جي طرفان ڪيترا دفعا مال ۽ دولت جي آڇ ٿي، حڪومت ڏيڻ جا اشارا مليا، مگر پاڻ انهن سڀني واهيات ڳالهين کان بيزار رهندا هئا. عتبہ بن ربيعہ ڪافرن جي طرفان وڪيل ٿي حضورجن جي خدمت ۾ آيو ۽ اچي عرض ڪيائين تہ هي جو اوهان پاڻ کي رسول ۽ نبي سڏايو ٿا، انهيءَ مان جيڪڏهن اوهان جو مطلب دولت ڪمائڻ جو هجي تہ اسين چندو ۽ ڦوڙي ڪري توهان کي ايترو مال ۽ دولت ڏيون، جو اسان مان ڪنهن وٽ بہ نہ هجي. جيڪڏهن اوهان کي عزت ۽ وڏائي جي خواهش هجي تہ فڪر

نہ آهي. اسين توهان کي پنهنجو سردار ۽ رئيس بڻايون. توهان جي مرضي ۽ حڪم کان سواءِ ڪجهه به نہ ڪنداسين. جيڪڏهن ساري عربستان جا بادشاهہ ٿيڻ گهرو ٿا تہ ڪٿي ائين ڪنداسين. جيڪڏهن اهي سڀ ڳالهيون نہ آهن، ڪنهن مرض ۽ سوداءَ جو سبب آهي تہ دوا دارونءَ جو بندوبست ڪريون، ڪو ويڄ طبيب آڻيون؟ حضورجن عتبہ جا اهي ٻول ٻڌي ڪيس ڪلام الاهي جون ڪي اثر واريون آيتون ٻڌائڻ لڳا، جن کي ٻڌي، عتبو حيران ۽ اثر وارو ٿي ويو. تنهن کان پوءِ پاڻ سونهارن سندس ٻڌايل ڳالهين بابت هيٺن فرمايو: پاڻ فرمايائون تہ جيڪي تو چيو مون کي انهن مان ڪا شيءِ بہ نہ گهرجي. آءٌ اوهان کي دين حق هن لاءِ ڪونہ ٿو سيکاريان تہ اوهان کان مال ملي، نہ مون کي اوهان تي سرداري ۽ بادشاهي ڪرڻ جو خيال آهي. مگر مون کي الله تعاليٰ اوهان ڏي پنهنجو رسول ۽ قاصد ڪري موڪليو آهي. مون تي پنهنجي حڪمن جو ڪتاب نازل فرمايو اٿس ۽ مون کي حڪم ڪيو اٿس تہ آءٌ اوهان کي سندس رحمت جي بشارت ڏيان ۽ سندس غصي ۽ غضب کان اوهان کي ڊيڄاريان، سو مون توهان کي پنهنجي رب ڪريم جو پيغام پهچائي ڏنو ۽ توهان کي توهان جي خيرخواهي جون ڳالهيون ٻڌايون، جيڪي مون کي منهنجو رب سمجهائي ٿو، ۽ مون ڏي موڪلي ٿو. جيڪڏهن اوهان مڃو تہ دنيا ۽ آخرت ۾ اوهان جي سعادت ۽ نيڪ بختي آهي ۽ جيڪڏهن نہ مڃيندؤ تہ آءٌ صبر ۾ رهندس، جيسين منهنجو مولا اوهان ۽ منهنجي وچ ۾ پاڻ فيصلو نہ ڪري. اهو سارو ذڪر سيرت هشامي ۾ آندل آهي.

هڪڙي ڏينهن قبيلي بني صعصعہ جي هڪڙي شخص بحيره بن فراس حضورجن کي چيو تہ ڀلا هي تہ ٻڌايو، جيڪڏهن اسان اوهان جي تابعداري ڪئي ۽ خدا اوهان کي

دشمنن تي غالب بہ ڪري وڌو تہ اوھان ڪان پوءِ ملڪ جي
حڪومت اسان کي ملندي؟ حضورجن فرمايو تہ سڀ ڪم
الله پاڪ جي ھٿ وس آھن، جتي وڻندس آتي ڏيندو.
مسيلمه ڪذاب بہ حضورجن جي زماني مبارڪ ۾ نبوت ۽
پيغمبري جي ڪوڙي دعويٰ ڪئي ھئي تہ آءٌ بہ خدا جو
پيغمبر آھيان. انھيءَ سان بہ لک ڪن ماڻھو ملي ويا ھئا.
انھيءَ حضورجن کي لکيو تہ جيڪڏھن اوھين مون کي
پنھنجو خليفو ۽ جاءِ نشين ڪريو تہ جيڪي منھنجا تابع ٿيا
آھن، سڀ اچي اوھان جي خدمت ۾ حاضر ڪريان. انھيءَ
وقت حضورجن جي ھٿ مبارڪ ۾ کجيءَ جي چڙھي ھئي،
پاڻ فرمايئون تہ تون رکو ھي چڙھي مون کان گھرندين
تہ بہ توکي نہ ڏيندس. خداوند ڪريم جو حڪم تنھنجي حق
۾ جيڪو ٿيل آھي، تنھن کان تون ڪاڏي وڏي ٿو سگھين؟
جيڪڏھن تون مون کي نہ مڃيندين ۽ منھن موڙيندين تہ
خدا توکي ھلاڪ ڪندو. خدا! جو شان! ٿيو بہ ائين برباد
ٿي ويو. خانوخراب ٿي ويس! حق آخر باطل تي فتحمند ٿيو.
حضورجن نہ فقط پاڻ کي دنيائي دولت کان بيپرواه ۽ پري
رکيو ھو، بلڪ پنھنجي آل اولاد ۽ پنھنجي قبيلي بني ھاشم
کي بہ اھڙي طمع ۽ لالچ کان دور ڪري ڇڏيو ھو. ذات
صدقو ۽ زڪواة پنھنجي اولاد ۽ پنھنجي ماٹھن بني ھاشم تي
حرام ڪري ڇڏيئون. ساداتن ۽ ھاشمين کي خيرات، صدقات
۽ زڪوات وٺڻ حرام آھي، اگرچہ ھو غريب ھجن. ھڪڙي
ڏينھن حضرت امام حسن عليه السلام خير سان اڃان ننڍڙا ٻار
ھئا تہ صدقي جي کجور مان ھڪڙي کڙي کڻي وات ۾ وڌائون،
حضورجن يڪدم وات مان ڪڍي ڪڻي ٻاھر اڇلارائي. فتح
جي وقت جيڪي مال اسباب ھٿ ايندو ھو، سو سڀ يتيمن
مسڪينن، مسافرن، مھاجرن ۽ انصارن کي ڏيندا ھئا ۽ ديني

ضرورتن ۾ خرچ ڪندا هئا. وفات ڪان پوءِ جيڪڏهن ڪا ملڪيت هجي ته ان لاءِ به صاف فرمائي ڇڏيئون ته:

لا نورث ما ترڪناه صدقة

(اسين ڪجهه به پوئتي ورثو نه ڇڏي ويندا سين، جيڪي هوندو، سو صدقه ۽ خيرات هوندو.)

پڇاڙيءَ واري سخت بيماريءَ ۾ به ايترو پئسو ڪونه هو جو گهر جو خرچ هلي سگهي. وٽن هڪڙي زره هئي، سا هڪڙي يهودي وٽ گهه رکي گذران پئي ڪيائون. وٽن ڪڏهن به ست - اٺ سير آن حويلي ۾ رات جو نه رهندو هو، حالانڪ سندن عيال به وڏو هوندو هو. هڪڙي ڪٽي ۽ تڏو هوندو هو، پيو الله الله خير صلاح! جيڪي وٽن هوندو هو آتي جو آتي الله جي واٽ ۾ خرچي ڪپائي ڇڏيندا هئا ۽ پاڻ ائين پيا فرمائيندا هئا ته الفقر فخري — غريبت منهنجي لاءِ فخر آهي.

اللهم صل علیٰ سيدنا محمد و علیٰ آله، واصحابه و بارڪ وسلم

## حضور جن جي عبادت، رياضت ۽ خوف الاهي رکڻ

پاڻ سونهارا هر وقت الله پاڪ جي ذڪر ۽ فڪر ۾ هوندا هئا. اٿندي ويهي، هلندي چلندي، سمهي ليٽي پنهنجي مولا کي ياد ڪندا رهندا هئا. رب ڪريم ڪان اهڙيءَ طرح دعائون گهرندا هئا، جهڙي طرح عاجز ۽ نماڻو ٻانهو پنهنجي سائينءَ کان گهري، اگرچه پاڻ سونهارا الله تعالیٰ جا پيارا پيغمبر ۽ محبوب مرسل ۽ سڳورا نبي هئا. رب تعالیٰ جون مٿن هزارين مهربانيون ۽ نوازشون هيون. ڪين الله تعالیٰ پاڪ صاف ۽ بخشل ڪري ڇڏيو هو. حضور جن ڪان ڪو

وڏو گناھ ٿيٺوئي ڪونہ ھو، مگر تنھن ھوندي بہ پاڻ سڳورا اللہ تبارڪ و تعالیٰ کان حد کان وڌيڪ ڊڄندا ۽ ڪنبندا ھئا. سدائين سندن پاڪ دل ۾ خوف خدا ويٺل ھو. رب ڪريم اگرچہ کين پنھنجو مقرب ۽ ويجھڙو ڪيو ھو، سڀني نبين کان افضل ۽ اعلیٰ مرتبو ڏنو ھو، پر تنھن ھوندي بہ پاڻ، پاڻ کي عبدہ و رسولہ يعني اللہ تعالیٰ جو ٻانھو ۽ قاصد سڏائيندا ھئا. اللہ جي ٻانھڙي چوائڻ ۾ کين مزو ۽ لذت ايندي ھئي. پاڻ رب جي ٻانھي ڪوٺائڻ ۾ ڏاڍا خوش ٿيندا ھئا. سچ آھي:

خواجہ گر لطف بيعدد راند،
بندہ بايد کہ قدر خود داند.

(سائين جيڪڏھن مھرباني گھڻي ڪري، تہ ٻانھي کي پنھنجو قدر سڃاڻڻ گھرجي.)

پاڻ قرآن ڪريم اڪثر پڙھندا ھئا ۽ جڏھن ڪا رحمت جي آيت پڙھندا ھئا تہ سندن منھن مبارڪ مرڪندو ھو ۽ خوش ٿيندا ھئا ۽ جيڪڏھن عذاب جي آيت پڙھندا ھئا تہ ڏھلجي ويندا ھئا ۽ خوف خدا کان سندن منھن مبارڪ ئي متغير ٿي ويندو ھو. ھن مان سڀڪو منصف مزاج انسان سمجھي سگھندو تہ خود حضورجن بہ قرآن ڪريم کي اھڙيءَ طرح ڪلام الاھي ڪري مڃيندا ھئا، جھڙي طرح پاڻ مسلمان ڪري مڃون ٿا ۽ ھرگز حضورجن قرآن ڪريم کي پنھنجو بنايل ڪتاب يا پنھنجو ڪلام کين سمجھندا ھئا. جيڪڏھن (نعوذ باللہ) سمجھندا ھجن ھا تہ ھرگز ايتري قدر پاڻ پڙھي، پاڻ اثر وارا نہ ٿين ھا. پاڻ ڪريم جن اڪثر قبلہ ڏي منھن ڪري ويھندا ھئا. حضورجن فرمائيندا ھئا تہ آءٌ اوھان کان وڌيڪ مولا سائينءَ کان ڊڄان ٿو ۽ مون کي اوھان کان وڌيڪ پنھنجي سائينءَ جو ڊاءُ دل ۾ ويٺل آھي.

اهڙيءَ طرح صحيح بخاري شريف ۾ آهي تہ حضورجن فرمائيندا هئا: "آءٌ اوهان کان وڌيڪ پنهنجي سائينءَ کي سڃاڻان ٿو ۽ اوهان کان وڌيڪ الله پاڪ کان ڊڄان ٿو." پاڻ نماز نهايت نياز ۽ نوڙت سان پڙهندا هئا. تهجد (پوئين رات جي نماز) ۾ تہ پاڻ سونهارا ايترو بيهندا هئا، جو سندن قدم مبارڪ ٿي سڄي پوندا هئا. هڪڙي ڏينهن اصحابن عرض ڪيو، حضورا سائينجن ايتري قدر تن کي تصديع ۽ تَسيو ڇو ٿا ڏين؟ الله تعاليٰ تہ حضورجن کي بلڪل بخشي پاڪ ڪري ڇڏيو آهي. پاڻ فرمايئون:

"افلا اکون عبدا شکورا"

(ڇا آءٌ الله جو شڪرگذار ٻانهون نہ ٿيان)

يعني جيڪڏهن مولا سائين پنهنجي مهرباني ڪري مون کي بخشي ڇڏيو آهي تہ آءٌ سندس انهيءَ عنايت ۽ لطف جي شڪريہ بجا آڻڻ لاءِ عبادت ڪريان ٿو.

صحيح مسلم ۾ حضرت انس رضہ کان روايت آهي تہ حضورجن فرمايو: مون کي قسم آهي انهيءَ ذات پاڪ جو جنهن جي قبضہ قدرت ۾ محمّد (عليہ الصلواة والسلام) جي جان آهي-- جيڪي آءٌ ڏسان ٿو، سو جيڪڏهن اوهين ڏسو تہ ضرور ڪِلو ٿورو ۽ رُئو گهڻو. اصحابن عرض ڪيو، حضورا سائينجن ڇا ڏٺو آهي؟ فرمايئون: (بهشت ۽ دوزخ). حضورجن ڪئي ڪيتري بہ عبادت رب جي ڪندا هئا، ڪيتري بہ الله جي تعريف ۽ حمد ڪندا هئا، مگر تہ بہ هميشه هيئن فرمائيندا هئا:

سبحانک ما عبدناک حق عبادتک

(پاڪ آهين تون نہ عبادت ڪئيسين تنهنجي، حق عبادت تنهنجي جو.)

لا اُحصي ثناء عليک انت کما اثنيت علٰي نفسک

(نہ ڳڻي سگهان ٿو ساراهہ تنهنجي، جيئن تو پاڻ پاڻ کي ساراهيو آهي.)

بعضي بعضي قرآن ڪريم جي ڪا آيت حضورجن جي قلب مبارڪ تي ايترو تہ اثر ڪندي هئي ۽ کين اهڙو تہ مزو ڏيندي هئي، جو انهيءَ ئي کي نماز ۾ پڙهندي پڙهندي رات پوري ڪندا هئا. حضرت ابن مسعود رضہ کان روايت آهي تہ هڪڙي رات مون حضورجن سان گڏ نماز پڙهي. پاڻ نماز ۾ ايترو تہ خير سان بيٺا جو آءٌ تہ ٿڪجي پيس ۽ ارادو ڪيم تہ ويهي رهان. حضرت ام المؤمنين بيبي حفصہ رضہ کان روايت آهي تہ پاڻ سونهارا نفل نماز ويهي پڙهندا هئا ۽ نفل نماز ۾ ننڍيون ننڍيون سورتون پڙهندا هئا، پر اهڙي نرمي ۽ ٺاهہ سان پڙهندا هئا، جو گهڻي دير لڳندي هين. بيبي ام سلمہ رضہ کان روايت آهي پاڻ سونهارا وفات کان اڳ ويهي نماز پڙهندا هئا، ضعفائي جي سببان. پر انهيءَ حال هوندي بہ فرض نماز بيهي پڙهندا هئا. حضرت انس رضہ جو چوڻ آهي تہ حضورجن جماعت واري نماز ۾ سيني کان وڌيڪ هلڪائي ڪندا هئا ۽ جڏهن ڇڙها پڙهندا هئا تہ چڱيءَ طرح ڊگهي ڪري پڙهندا هئا.

اسود اصحابي رضہ بيبي عائشہ صديقہ رضہ کان حضورجن صلي الله عليه وسلم جي رات واري نماز بابت پڇيو — بيبي صاحبہ فرمايو تہ حضورجن نماز سومهاڻي کان پوءِ رات جي اوائل ۾ سمهي رهندا هئا، پوئين رات جو اٿي عبادت ڪندا هئا ۽ پوءِ ٿڪي کان اڳ وتر پڙهي ڇڏيندا هئا. پوءِ اچي پنهنجي بستري تي آرام ڪندا هئا ۽ بانگ ٻڌڻ تي وري اٿندا هئا. جيڪڏهن کين وهنجڻ جو ضرور هوندو هو تہ

وهنجندا هئا، نہ تہ وضو ساري خير سان نماز لاءِ نڪرندا هئا.
پاڻ سونهارا پنهنجي عام اُمت لاءِ رحمت جي سببان ۽ پنهنجي(1)
گنهگار اُمت لاءِ شفقت ۽ ٻاجھ سببان گھڻو روئندا هئا.
گھڻو ڪري رات جي نماز ۾ تہ واڪا ڪري ٻاڻ سونهارا
روئندا هئا. قرآن ڪريم پڙهندا هئا تہ گھڻو روئندا هئا.
رمضان شريف ۾ تہ ايتري قدر عبادت ۽ رياضت ڪندا هئا،
جو سندن چهري مبارڪ جو رنگ ئي ڦري ويندو هو.
نماز تمام گھڻي پڙهندا هئا ۽ پنهنجي مولا کان دعا تمام
عاجزائيءَ ۽ نماڻائيءَ سان ليلهائي ليلهائي، ٻاڏائي ٻاڏائي
گھرندا هئا. رمضان جي پوئين ڏهي ۾ تہ ساريون راتيون
جاڳندا ۽ حويليءَ جي ماڻهن کي بہ جاڳائيندا هئا. پاڻ
سونهارا رمضان شريف جي پوئين ڏهي ۾ (2) اعتڪاف ڪندا هئا.
رمضان شريف جي مهيني ۾ گھڻو ڪري سيني قيدين کي
ڇڏي ڏيندا هئا، گھڻي سخا ۽ ڏاتاري ڪندا هئا. پاڻ
فرمائيندا هئا تہ نماز فرض مسجد ۾ پڙهڻ چڱو آهي ۽ ٻيون
نمازون يعني نفل ۽ سنتون گھر ۾ پڙهڻ بهتر آهن، تان تہ
گھر ۽ گھر وارن کي بہ برڪت ملي.

---

(1) حضور جن عليہ الصلواۃ والسلام پنهنجي گنهگار اُمت لاءِ ايتري قدر
فڪرمند ٿي روئڻ — افسوس، جو اسين گنهگار لاهنجار پنهنجن گناهن
تي پاڻ ذرو بہ نہ پڇتايون ۽ نہ روئون. حيف اسان جي حال تي!
رڳو شيطان جي ڦوڪن تي حضور جن جي شفاعت ۾ وڏيون وڏيون
اميدون رکون، مگر گناهن کان توبہ اصل نہ ڪريون، بلڪ الهيءَ
خيال جي ڪري گناهن تي خوب زور رکون. اها اسان جي مسلماني
اها اسان جي ايمانداري نہ چئبي. ڀائرو! ذرا خيال ڪريو — شيطان
جي گمراھ ڪرڻ تي گمراھ نہ ٿيو — والله الهادي.
(2) رمضان شريف جي پوئين ڏهي ۾ مسجد شريف ۾ بند رهڻ کي
اعتڪاف چئبو آهي.

حضرت حذيفه اصحابي رضہ کان روايت آهي تہ پاڻ سو نهارا جڏهن ڪنهن غم ڪان غمگين ٿيندا هئا تہ نماز زياده پڙهڻ لڳندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن تہ شعبان ۽ رمضان ٻنهي مهينن ۾ لاڳيتا روزا رکندا هئا. حضرت عبدالله بن مسعود رضہ کان روايت آهي تہ پاڻ هر مهيني جي ٻهرين تاريخ کان وٺي ٽن ڏينهن تائين بہ روزا رکندا هئا ۽ جمعي جو روزو تہ گهٽ ڪري رکندا هئا. حضرت ابن عباس رضہ کان روايت آهي تہ حضور جن ايام بيض يعني چانڊوڪي وارا ڏينهن (13-14-15) اهي تاريخون بہ روزو رکندا هئا. سفر ۾ هوندا هئا يا وطن ۾، تہ بہ نہ ڇڏيندا هئا. حضرت علي رضہ کان روايت آهي تہ پاڻ محرم جي ڏهين تاريخ جو روزو رکندا هئا ۽ ٻين کي بہ انهيءَ ڏينهن روزي رکڻ جي هدايت ڪندا هئا. سندن دل مبارڪ ۾ ايتري قدر تہ رب تعالیٰ جو خوف ويٺل هو، جو هڪڙي ڏينهن حضرت ابوبڪر رضہ سندن ڏ‌ نهن اچا وار ڏسي عرض ڪيو تہ ياحضرت، سائينجن تہ هاڻي پوڙها ٿيا آهن. پاڻ فرمايئون: مون کي تہ سورة هود، سورة واقعه، سورة مرسلات ۽ سورة عم يتساءلون ڪراڙو ڪيو آهي، جن ۾ الاهي عذاب جو بيان آهي. ڊپ اٿم تہ منهنجي اُمت جا گنهگار آدمي دوزخ ۾ نہ وڃن. امام احمد، مسلم، ابوداڻود، ترمذي، نسائي ۽ ابن ماجه روايت ڪئي آهي تہ پاڻ جڏهن نماز پڙهي واندا ٿي نڪرندا يا اٿندا هئا تہ ٽي ڀيرا استغفار پڙهندا هئا ۽ پوءِ هي لفظ چوندا هئا:

اللهم انت السلام و منک السلام تبارکت يا ذالجلال والاکرام.

فصلوات الله علي النبي الشافع الشفيع للامة الرفيع في الرتبة و المنزلة و علیٰ آلہ و اصحابہ وبرکاتہ و تسليماتہ.

## حضور جن جي سچائي جو اثر سندن ساٿين تي ۽ خود مٿن

قاعدو آهي ته جو شخص ڪوڙو هوندو آهي، تنهن جي ڪوڙن جو اثر نه مٿس ٿيندو آهي نه ٻين تي، استغفرالله حضور جن عليه الصلواة والسلام جي حق ۾ ڪو احمق کان احمق شخص به اهڙو گمان نه ڪندو، نه ڪري سگهندو، جو ته حضور جن تي جيڪي به الله تبارڪ و تعاليٰ وٽان حڪم احڪام پيغام الهام ايندو هو، تنهن آڏو اول پاڻ ڪنڌ نمائيندا هئا، پوءِ ٻين کي ٻڌائيندا هئا. خدائي حڪم جهڙا ٻين لاءِ سمجهندا هئا تهڙائي پاڻ لاءِ به ڄاڻندا هئا، ۽ جهڙو ٻين کي الاهي احڪام جو ٻڌل رکندا هئا، تهڙو پاڻ کي به ٻڌل رکندا هئا. حضور جن جي رفتار گفتار جو اثر اهڙو ته سندن اصحابن ۽ ساٿين تي پيو، جو هنن پنهنجو گهر ٻار، مال ۽ جان به وساري ڇڏيو. سڀ شيءِ کان الله ۽ الله جو رسول وڌيڪ پيارو، وڌيڪ عزيز، وڌيڪ وڻندڙ، وڌيڪ مٺو سمجهندا هئا. حضور جن جا صحبتي ۽ ساٿي الله ۽ الله جي رسول جي عشق ۽ محبت ۾ اهڙا ته محو ۽ فنا ٿي ويا، جو نه هنن جي اکين ۾ سواءِ الله ۽ رسول جي ٻيو ڪجهه ايندو هو ۽ نه هنن جي اکين ۾ سواءِ الله ۽ رسول جي ٻيو ڪجهه هوندو هو:

### رضي الله عنهم و رضوا عنه

(الله تعاليٰ هنن کان راضي هو، ۽ هو الله تعاليٰ کان راضي هئا)

حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جي صداقت جو اثر اهڙو ته اصحابن سونهارن تي ويٺل هو، جو سندن سڀني ۽ مٿن ايمان آڻڻ جي ڪري سخت کان سخت تڪليفون ۽ ايذائون رسندا هون ۽ ظالم مٿن قسمين قسمين ظلم ڪندا هئا،

ته به هو دوست خدا جا پرواهه ئي ڪانه ڪندا هئا. ڪيترن اصحابن کي ڏرتتيءَ مهل باهه جهڙن تتلن پٿن تي پيرن آگهاڙي ظالم بيهاري ڇڏيندا هئا ۽ ڪيترن ئي ڏينهن تائين هنن غريبن کي ڪاڏو پيتو نه ڏيندا هئا، آن" پاڻي بند ڪري ڇڏيندا هئا، چهبڪن سان ماري ماري پُٽ ئي هنن مسڪينن، مظلومن ۽ بيگناهن جو چلهي رکندا هئا، وڏيون وڏيون ڇپون پٿن جون هنن جي ڇاتين تي رکندا هئا، جنهنڪري هنن جون زبانون ئي نڪري پونديون هيون. مطلب ته ڏاڍا ڏک ڏنائون، رنج رسايائون ۽ ايذاءَ پهچايائون. ڇاجي لاءِ؟ هن لاءِ ته هو حضرت جن عليه‌الصلواة والسلام جي پيرَوِي ڪن، اسلام کي ڇڏي ڏين، خداوند قدوس جا منڪر ٿين، مولي بتن جي آڏو گردن جهڪائين، جاهليت جون رسمون تازيون ڪن. مگر هو خدا جا پيارا الله ۽ رسول جي محبت ۽ پريم ڪان هڪ پير به پوئتي نه هٽيا، تيئن پوءِ پنهنجي ايمان ۽ اخلاص ۾ پنهنجي ويساهه ۽ يقين ۾ پڪا ٿيندا ويا. جڏهن ڪافرن اسلام ئي جي ناس ڪرڻ جا پهه پڄايا ۽ دين خدائي کي نيست و نابود ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، تڏهن الله تعاليٰ مسلمانن کي انهن ڪافرن سان مقابلي ڪرڻ جو حڪم ڏنو ته اصحابن سونهارن حد ڪري ڇڏيا حڪم الاهي ۽ حڪم رسول ڪريم عليه‌الصلواة والسلام جا اهڙا ته تابع رهيا، جو سئون هزارن اصحابن شهادت قبول ڪئي، خاڪ-خون ۾ دفنجڻ منظور ڪيو، گهربار، مال اسباب صدقي ڪيا، مگر پنهنجي نيازمندي ۽ تابعداري، ايمان ۽ اخلاص کي لوڏو اچڻ نه ڇڏيائون. هي سڀ حضور جن جي سچائي ۽ سچي صحبت جو سچو اثر هو. حضورجن جي صداقت ۽ سچائي جو اثر خود حضورجن تي به اهڙو پوندو هو، جهڙو ڪنهن غير تي پوي.

بخاري ۽ مسلم ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضه کان روايت آهي ته هڪڙي ڏينهن حضور جن کيس چيو ته قرآن ڪريم مون کي ٻڌاءِ. عبدالله بن مسعود رضه فرمائي ٿو ته مون عرض ڪيو ته حضور، آءٌ ڪيئن حضور جن کي قرآن ڪريم ٻڌايان! قرآن ڪريم ته خود حضور جن تي نازل ٿيو آهي. هاڻ فرمايئون ته مون کي وڻي ٿو ته آءٌ ٻين کان قرآن ڪريم ٻڌان. نيٺ مون سورت نساءَ پڙهڻ شروع ڪئي. جڏهن هن آيت تي رسيس:

فكيف اذا جئنا من كل أمة بشهيد
و جئنا بك علي هؤلاء شهيدا

(سورت نساء آيت ۴١)

جنهن جي معنيٰ آهي ته "ٻوءِ انهن جو ڪهڙو حال هوندو، جڏهن اسين سڀڪنهن اُمت مان مٿن شاهد (نبي) حاضر ڪنداسين ۽ توکي به انهن تي شاهد ڪنداسين."

تڏهن حضور جن فرمايو، "ترس ترس". جان ڏسان ته حضور جن بي‌اختيار زار زار روئڻ پيا ۽ اکين مبارڪن مان ڳوڙهن جو مينهن پيو وسي. هن مان سڀڪو صاحب انصاف جو سمجهي سگهي ٿو ته حضور جن تي پنهنجي نبوت، رسالت ۽ صداقت جو ڪيتري قدر نه اثر هو.

اللهم صل وسلم علي سيدنا الصادق الامين محمدن المصطفيٰ و عليٰ آله، ۽ اصحابه اجمعين.

## حضور جن جا عام اخلاق

جيڪڏهن ڪتاب وڏي ٿي وڃڻ جو ڊپ نه هجي ها ۽ ماڻهن ۾ شوق ۽ پڙهڻ جي گهٽتائي نه هجي ها ته هوند

حضور جن جا اخلاق اڳان ئي ذري پرزي سميت تفصيل سان
لکان ها ۽ پڻ هوند قرآن ڪريم مان به خاص طرح سندن
اخلاق ڳولي لکان ها، پر سنڌ ۾ اڄ ماڻهن کي اخلاقي
وڏن ڪتابن پڙهڻ جو شوق ڪونهي. ڪيترن زورآورن
ته مون کي چيو به ته وڏا ڪتاب نه لکو ۽ ڪيترن ته
انتظار سان هي به پڇيو ته اخلاق محمدي وڏو ته ڪين ٿي
ويندو؟ اهڙن سوالن منهنجي دل ڀڃي وڌي ۽ افسوس ڪانٺو
پيم. اگرچه پنهنجن اکين سان هي به ڏٺو اٿم ته حاتم طائي
۽ الف ليلا جا هيڏا سارا واهيات ڪتاب يا چار درويش
وغيره جا بناوٽي ۽ ڪوڙا قصا ماڻهو شوق سان پڙهن پيا،
پر مذهبي، ديني ۽ اخلاقي ڪتابن جي پڙهڻ سان گهٽ شوق
رکن ٿا، جنهنڪري ئي ڏسجي ٿو ته ماڻهن ۾ اخلاق بزرگانه
بلڪل ڪين ٿا لين -- الا ماشاءالله. لاچار آءٌ هن مبارڪ
۽ سوچاري ڪتاب کي مختصر ڪريان ٿو ۽ حضور جن جا
عام اخلاق مختصر طرح لکان ٿو. جن ناظرين کي سون
وانگي ڪتاب جي مختصر ٿيڻ جو افسوس ٿئي، سي مون کي
مهرباني ڪري مجبور سمجهي معاف ڪن. هتي آءٌ ڪتاب
”پياري نبي ڪي پياري حالات“ جي مصنف جو شڪريو ادا ڪريان
ٿو، جنهن ڪتاب مان به مون کي چڱي مدد ملي آهي. هن
ڪتاب جو ذڪر منڍ ۾ نه لکيم، جو انهيءَ وقت مون وٽ
موجود نه هو، پوءِ موجود ٿيو ۽ منڍ اڳيئي ڇپجي ويو.
فجزا الله مؤلفه خيرالجزاء عني و عن جميع المسلمين آمين.

## حضور جن جو کلڻ ۽ روئڻ

حضور جن گهڻو ڪڏهن به ڪين کلندا هئا. هميشه
خوف خدا ۾ رهندا هئا. پاڻ فرمائيندا هئا ته انسانو! جيڪي
آءٌ ڏسان ٿو، سو جيڪڏهن اوهين ڏسو ته هوند روئو گهڻو،
کلو ٿورو -- مگر جيڪڏهن گهڻو کلندا هئا، ته به مرڪڻ
جيترو. گهڻي ۾ گهڻو ته ايترو سُرڪندا هئا، جو سندن

ھوڙون مبارڪ ڏسڻ ۾ ايندڙيون هيون، پر اهڙو سرڪڻ ڪلڻ جھڙو به سندن بلڪل اتفاقي هو — باقي هونءَ عام طرح فقط مرڪندا هئا، مرڪڻ کان وڌيڪ ٽهڪ ڏئي ته هرگز ڪين کلندا هئا ۽ گھٽو ڪري ڏسڻ ۾ ائين ايندا هئا، جو چڻ مرڪن پيا. اصحابن سونھارن کي به سندن صحبت جي برڪت سان اهائي عادت هئي، جو فقط مرڪندا هئا ۽ جڏهن حضور ۾ اصحاب سونهارا ويٺا هوندا هئا ته اهڙيءَ طرح ادب سان ڪنڌ هيٺ ڪيو ويٺا هوندا هئا، جو چڻ سندن مٿي تي پکي ويٺل آهن. اتفاق سان جيڪڏهن حضورجن کان کل نڪري ويندي هئي ته پاڻ سونهارا هٿ ڪٽي وات تي ڏيندا هئا. حضورجن هميشه هنس مک ۽ مرڪندڙ هوندا هئا.

حضورجن جو روئڻ به اهڙي طرح ٿي هو، يعني ته آواز ڪري نه روئندا هئا، بلڪ سندن اکيون پيون هنجون هاريندڙيون هيون ۽ پڇي پاٽي ٿي پونديون هيون ۽ سندن سيني مبارڪ مان آواز روئڻ جو اهڙو معلوم ٿيندو هو، جھڙو ديگڙي جي ٽهڪڻ جو. پاڻ ڪنهن چڱي انسان جي موت تي يا پنهنجي اُمت جي حال تي يا الله تبارڪ و تعالیٰ جي خوف ۽ ڊپ کان يا قرآن ڪريم جي پڙهڻ کان يا رات جي نماز ۾ ڪڏهن روئندا هئا.

## حضورجن جي ڇڪ ڏيڻ

حضورجن کي جڏهن ڇڪ ايندي هئي ته پاڻ پنهنجو هٿ مبارڪ يا ڪپڙو ڪٽي وات تي ڏيندا هئا ۽ ڇڪ جي آواز کي روڪي ڪيندا هئا ۽ جڏهن ڇڪ ڏيندا هئا ته چوندا هئا "الحمدلله" (1) ۽ وري ڪين حاضرين چوندا هئا "يرحمڪالله" (2) پاڻ جواب ۾ چوندا هئا "يهديڪم الله ويصلح بالڪم" (3) حضورجن وڏي آواز سان مسجد ۾ ڇڪ

---

(1) سڀ ساراهه الله جي. (2) الله توتي مهرباني ڪري شال.
(3) شال الله اوهان کي هدايت ڏئي ۽ اوهان جي حال کي سڌاري.

ڏين کي مڪروه ۽ نہ چڱو سمجھندا هئا ۽ ڇڪ ڏين وقت وڏو آواز ڪرڻ کين وڻندو هون ۽ جيڪو آپاسي ڏيندو هو تہ بلڪل کين وڻندي هين. پاڻ تہ ساري عمر آپاسي ڪانہ ڏنائون. اهڙيءَ طرح ڪنهن بہ نبي الله جي ڪڏهن بہ آپاسي ڪانہ ڏني.

مسڪين مؤلف چوي ٿو تہ شايد هن ڪري جو آپاسي سستي ۽ ڪاهلي جي نشاني آهي. سستي ۽ ڪاهلي خداوند ڪريم جي پيغمبرن لاءِ وڏو عيب آهي. انهيءَ ڪري نہ ڪنهن نبي ٿي عمر ۾ آپاسي ڏني، نہ پاڻ سونهارا اهڙي سستي جي نشاني ڪنهن ۾ ٻي ۾ ڏسڻ پسند ڪندا هئا.

## ڪاڌي پيتي بابت سنڌن هدايت

پاڻ سونهارا رات جو بکئي پيٽ سمهڻ کان منع فرمائيندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ ائين ڪرڻ سان انسان جلدئي ڪمزور ۽ پوڙهو ٿيي ٿو. مگر گهڻي کائڻ ۽ پيٽ کي بلڪل ڀرڻ کان جهليندا هئا. سائي ڀاڄي ۽ ميوي بابت فرمائيندا هئا تہ انهن جي اصلاح ڪندڙ شين سان کائڻ گهرجن.

## بيمارين ۽ ان جي علاج بابت هدايت

وچڙندڙ بيمارين کان پاڻ بچائڻ ۽ تندرست ماڻهن کي اهڙين بيمارين کان پاسي ڪرڻ جي هدايت ڪندا هئا ۽ بيمار کي قابل حڪيم کان علاج ڪرڻ جو ارشاد فرمائيندا هئا ۽ نيم حڪيم کان علاج ڪرڻ جي منع ڪندا هئا، بلڪ نيم حڪيمن کي علاج ڪرڻ کان جهليندا هئا. فرمائيندا هئا تہ ٻس پيش اهي نيم حڪيم الله وٽ جوابدار رهندا، ۽ حرام شين کي دوا طور کتب آڻڻ کان بہ منع ڪندا هئا. فرمائيندا هئا تہ حرام شين ۾ الله تعاليٰ اوهان لاءِ شفا ڪانہ ڏني آهي؛ ڪري پرهيز جو تاڪيد ڪندا هئا.

## بيمار پرسي

سندن اصحابن سونهارن مان جيڪڏهن ڪو بيمار ٿيندو هو ته پاڻ آن ڪي پڇڻ ويندا هئا ۽ بيمار پُرسي وقت بيمار جي ويجهڙو ويهي، ان کي دلجاءِ ۽ دلاسو ڏيندا هئا ۽ فرمائيندا هئا ته: ڀؤ ڪونهي، ڇُٽي پوندين يا ڏوهه گناه ميٽبا. مريض کان پڇندا هئا ته ڪهڙي شيءِ تي دل ٿي ٿئي؟ پوءِ جيڪا شيءِ بيمار چوندو هو ۽ ڪيس نقصان ڪرڻ جهڙي نه هوندي هئي، ته موجود ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. هڪڙو يهودي ڇوڪرو، جو حضور جن جي خدمت ڪندو هو، سو جيڪڏهن بيمار ٿي پوندو هو ته پاڻ سونهارا آن ڪي به پڇڻ ويندا هئا.

## علاج معالج جي هدايت

پاڻ سونهارا ماڻهن کي بيماريءَ لاءِ علاج معالج ڪرڻ جي هدايت فرمائيندا هئا، يعني ته رکو ڦيٿن ڇنڊن تي ڀاڙي نه ويهڻ گهرجي. پاڻ ڪريم جن هن طرح ارشاد فرمائيندا هئا:

يا عبادالله تداووا فان الله عزوجل لم يضع داءً الاوضع له شفاء غير داءٍ واحد قالوا ماهو - قال الهرم.

(اي ٻانها خدا جا، دوا ڪندا ڪريو، ڇو ته تحقيق الله تعاليٰ ڪو به مرض ڪونه خلقيو آهي، مگر ان جي لاءِ شفا به پيدا ڪئي اٿس، باقي هڪڙي مرض لاءِ سو دوا ۽ شفا ڪانهي! پڇائون ته اهو ڪهڙو؟ پاڻ فرمايئون ته ڪَڪ ڪراڙپ.

## حضور جن جو وعظ يا ليڪچر يا خطبو پڙهڻ

پاڻ سونهارا خطبو ڪڏهن زمين تي، ڪڏهن منبر تي ويهي، ڪڏهن آٺ تي ۽ ڪڏهن سادي آٺ تي چڙهي،

پڙهندا هئا يعني ته جيئن جيئن ضرور چائيندا هئا. جيڪڏهن ماڻهو گهٽا هوندا هئا ته منبر تي ۽ جيڪڏهن انهيءَ کان به گهٽا ته اُٽ تي، مطلب ته پنهنجا انمول ٻول ۽ پاڪيزا سخن ڪنهن به طرح ساري مخلوقات حاضرين کي پهچائيندا هئا. اڄڪلهه ليڪچر جو رواج آهي، اڳي انهيءَ کي خطبو چوندا هئا. اڄڪلهه جا ليڪچر اڪثر بي‌اثر ۽ بيسود آهن ۽ حضورجن جا خطبا ۽ ليڪچر سراسر هدايت هوندا هئا. پاڻ خطبن ۾ مسلمانن لاءِ ضروري ۽ مفيد ڳالهيون بيان فرمائيندا هئا. سندن ڪو خطبو اهڙو نه هو، جنهن مان ڪونه ڪو وڏو ۽ ضروري نتيجو نه نڪرندو هو. هرو ڀرو ائين نه هو ته خطبو جمعه جي ڏينهن پڙهندا هئا - نه، بلڪ جڏهن جڏهن ضرور ٿيندو هو ۽ مسلمانن کي ڪي ضروري ڳالهيون سمجهائڻيون هونديون هيون ته پاڻ هڪدم ليڪچر ڏيندا ۽ خطبو فرمائيندا هئا. خطبه (ليڪچر) جي وقت هٿ مبارڪ ۾ ڪڏهن لٺ، ڪڏهن ڪمان جهليندا هئا. خطبو ڏيندي ڏيندي، ڪڏهن انهيءَ لٺ يا ڪمان تي ٽيڪ به ڏيندا هئا. خطبه ڏيڻ جو رواج مديني شريف کان ولي شروع ڪيائون. پاڻ خطبو ڏيڻ ۾ ڏاڍا فصيح هئا، سندن آواز جهڙو ويجها ماڻهو، تهڙو ڏورانهان ماڻهو ٻڌي سگهندا هئا.

## صدقو، سوکڙي يا تحفو

پاڻ سونهارا صدقي جي شيءِ بلڪل ڪتب ڪين لائيندا هئا. ها، ڪا‌ٿان سوکڙي يا تحفو ايندو هو ته قبول ڪندا هئا ۽ ڪم لائيندا هئا. سندن اصحاب سونهارا يا ڪي عيسائي يا ڪي يهودي ڪا شيءِ سوکڙي موڪليندا هئا ته منظور فرمائيندا هئا ۽ پاڻ به انهن ڏي تحفا موڪليندا هئا. مگر مشرڪن جو نه تحفو قبوليندا هئا، نه ڏانهن موڪليندا هئا. مقوقس مِتي مصر جي بادشاهه هڪڙو خچر حضورجن جي سواريءَ لاءِ تحفي طور موڪليو، جو پاڻ قبول فرمايئون ۽ جنگ حنين

جي ڏينهن ۾ اهوئي خچر سندن سواري هيٺ هو، پر عامر بن مالڪ جي موڪليل گهوڙي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيائون. فرمايئون ته اسين مشرڪن جو تحفو قبول ڪري نٿا سگهون. جيڪڏهن ڪي قيمتي تحفا ايندا هئا ته پاڻ ڪين رکندا هئا، بلڪ اصحابن سونهارن کي وراهي ڏيئي ڇڏيندا هئا.

## حضور جن پنهنجي تعريف وقت ڇا ڪندا هئا

پاڻ سونهارا پنهنجي اهڙي تعريف ٻڌڻ ڪين پسند ڪندا هئا، جنهن مان ٻين نبين جي حقارت ٿئي. فرمائيندا هئا **لا تخيروا بين الانبياء** نبين جو ذڪر اهڙي طرح ڪريو جو انهن مان ڪنهن جي به ٻئي جي مقابلي ۾ گهٽتائي نه ٿئي. هڪڙي ڏينهن پاڻ ڪريم جن ڪنهن شادي ۾ تشريف فرما ٿيا. آتي ننڍڙين ننڍڙين ڇوڪرين پنهنجن وڏن جي واکاڻ جا گيت ٿي ڳايا. جڏهن حضور جن آتي خير سان پهتا ته پنهنجن گيتن ۾ هيئن به چوڻ لڳيون ته: اسان ۾ اهڙو نبي آهي جو سڀاڻي جون ڳالهيون اڄ ٻڌائي ٿو. پاڻ فرمايئون ٻچا! ائين نه چئو، جيڪي اڳي پئي چيو سو چئو. سبب ته ڪين اها ڳالهه نا پسند آئي جو ماڻهو ڪين عالم الغيب سمجهن پيا چون، ڇو ته عالم الغيب هڪ الله ئي آهي، قرآن شريف ۾ الله تعالیٰ ڪين هن طرح هدايت ڪئي آهي:

قُلْ لَّآ اَقُوْلُ لَكُمْ عِنْدِيْ خَزَائِنُ اللّٰهِ وَ لَآ اَعْلَمُ الْغَيْبَ وَلَآ اَقُوْلُ لَكُمْ اِنِّيْ مَلَكٌ ـ اِنْ اَتَّبِعُ اِلَّا مَا يُوْحٰى اِلَيَّ (آيت ٥٠ - سورة انعام)

چؤ (اي رسول ڪريم) ته آءٌ اوهان کي ڪونه ٿو چوان ته مون وٽ الله تعاليٰ جا خزانا آهن ۽ نڪو آءٌ عالم الغيب آهيان، ۽ نڪو آءٌ چوان ٿو ته آءٌ ملائڪ آهيان. مون ڏي جيڪي خدائي وحي اچي ٿو، انهي ئي جو تابع ٿيان ٿو.

ٻئي هنڌ الله تبارڪ و تعاليٰ فرمايو آهي:

قُلْ لَّآ اَمْلِكُ لِنَفْسِيْ نَفْعاً وَّلَا ضَرًّا اِلَّا مَاشَاءَ اللّٰهُ وَلَوْ كُنْتُ اَعْلَمُ الْغَيْبَ لَاسْتَكْثَرْتُ مِنَ الْخَيْرِ وَمَا مَسَّنِيَ السُّوْءُ ـ اِنْ اَنَا اِلَّا نَذِيْرٌ وَّ بَشِيْرٌ لِّقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ـ (آيت ۱۸۸ ـ سورة اعراف)

چؤ (اي رسول ڪريم) ته مون کي پنهنجي نفس لاءِ نه نفعي نقصان جو ڪو اختيار ڪونهي. مگر جيڪي الله تعاليٰ گهري، ۽ جيڪڏهن آءٌ عالم الغيب هجان ها ته گهڻيون چڱيون ڳالهيون پنهنجي لاءِ گڏ ڪري ڇڏيان ها ۽ مون کي ڪابه ستائي يا تڪليف نه رسي ها. آءٌ ته فقط مومنن لاءِ عذاب الاهي کان ڊيڄارڻ وارو ۽ جنت جي بشارت ڏيڻ وارو آهيان.

اگرچه خداوند قدير پنهنجن پيارن پيغمبرن کي گهڻيون ئي ڳجهيون ڳالهيون ٻڌايون ۽ معلوم ڪرايون هيون ۽ خصوصاً اسان جي سردار، جملي مخلوقات جي مهندار، حضرت اقدس ۽ حضور انور حبيب خدا رسول عربي محمد مصطفيٰ صلي الله عليه و آله وسلم کي سڀني پيغمبرن کان وڌيڪ الله تعاليٰ پنهنجا اسرار ۽ غيب جون ڳالهيون معلوم ڪرايون هيون.

مگر تہ ہي، نہ ڪين عالم الغيب سڏائڻ جو حق، حق تعالیٰ ڪان ملیل هو، ۽ نہ ھاڻ سونهارا ھاڻ ڪي عالم الغيب سمجهڻ جائز ۽ چڱو سمجهندا هئا، نہ ڪنهن ٻئي ڪان اهڙو خطاب پنهنجي حق ۾ سٺڻ وٺندو هؤن، ڇو تہ قرآن ڪريم ۾ جابجا الله تعالیٰ اهو زبردست خطاب، اها بيمثل ۽ بي نظير صفت ھاڻ ئي ڪي ڏني آهي. جابجا ڪهن بہ ٻئي ڪي اهڙي صفت سان موصوف ڪرڻ ڪان منع فرمائي آهي ۽ ہڌايو آهي تہ سيني پيغمبرن جو ڪم آهي مخلوق ڪي خداوند اڪبر جو پيغام پهچائڻ، جيئن تہ الله تعاليٰ قرآن ڪريم ۾ فرمايو آهي:

مَا عَلَي الرَّسُوْلِ اِلاَّ الْـبَلاَغُ وَ اللّٰهُ يَعْلَمُ مَا تُبْدُوْنَ وَ مَا تَكْتُمُوْنَ (آيت ۹۹- سورة مائده)

رسول تي حق آهي الله جو پيغام پهچائڻ ۽ الله تعاليٰ جاڻي ٿو اوهان جون ظاهري ۽ ڳجهون ڳالهيون.

۽ ٻئي هنڌ الله تعاليٰ فرمايو آهي:

وَ عِنْدَهٗ مَفَاتِحُ الْغَيْبِ لَا يَعْلَمُهَا اِلاَّ هُوَ وَ يَعْلَمُ مَا فِي الْبَرِّ وَ الْبَحْرِ وَ مَا تَسْقُطُ مِنْ وَّرَقَةٍ اِلاَّ يَعْلَمُهَا وَلاَ حَبَّةٍ فِيْ ظُلُمَاتِ الْاَرْضِ وَ لاَ رَطْبٍ وَّ لاَ يَابِسٍ اِلاَّ فِيْ كِتَابٍ مُّبِيْنٍ- (آيت ۵۹- سورة انعام)

۽ انهي (الله) وٽ آهن ڪنجون غيب جون جن کي ڪو ڪونه ٿو ڄاڻي، سواءِ ان جي ۽ (الله تعاليٰ) ڄاڻي ٿو جيڪي بر ۽ بحر ۾ آهي- ۽ نه ڪري ٿو ڪو پن هيٺ مگر ڄاڻي ٿو ان کي (الله) ۽ نه آهي ڪو داڻو زمين جي اوندهين ۾ ۽ نه آهي ڪا آلي شيءِ ۽ نه سڪي مگر ڪتاب ڪليل ۾-

هاڻ سونهارا هاڻ ڪي وقت بوقت اٿين ظاهر ڪندا ايندا هئا ته آءٌ غيب دان نه آهيان، غيب دان ته الله ئي آهي- جيئن ته الله تعاليٰ قران ڪريم ۾ فرمايو آهي-

وَ يَقُوْلُوْنَ لَوْلاَ اُنْزِلَ عَلَيْهِ آيَةٌ مِّنْ رَّبِّهٖ فَقُلْ اِنَّمَا الْغَيْبُ لِلّٰهِ فَانْتَظِرُوْا اِنِّيْ مَعَكُمْ مِّنَ الْمُنْتَظِرِيْنَ۔ (آيت ٢٠- سورة يونس)

(۽ چون ٿا ته ڇو نه لٿي مٿس ڪا نشاني پنهنجي رب وٽان، ٻوءِ چؤ ته غيب داني ته خاص الله لاءِ آهي. ٻوءِ اوهين ب انتظار ڪيو بيشڪ آءٌ ب اوهان سان گڏ انتظار ڪندڙن مان هڪڙو آهيان).

هڪڙي ڏينهن ڪافرن يهودين جي سيکارڻ سان حضرت جن عليه الصلواة و السلام کان اصحاب ڪهف جو قصو پڇيو خاص آزمائش لاءِ. حضرت پاڪ صلعم سائن وعدو ڪيو ته آءٌ سڀاڻي ٻڌائيندس، محض هن ڀروسي تي ته جبرئيل عليه السلام ايندو ۽ ان جي معرفت رب العزت کان دريافت ڪري ٻڌائيندو، مگر حضرت جبرئيل عليه السلام سڄا ارڙهن ڏينهن نه آيو، حضور جن ڏاڍا غمگين ٿيا. نيٺ الله تعاليٰ مهرباني ڪئي ۽

وحي ذريعي اصحاب ڪهف جو سارو قصو موڪليو. مگر حضرت جن عليه الصلواة والسلام کي رب تعاليٰ جي طرفان هي به ارشاد ٿيو ته:

وَلَا تَقُوْلَنَّ لِشَيْءٍ اِنِّيْ فَاعِلٌ ذٰلِكَ غَدًا اِلَّا اَنْ يَّشَاءَ اللّٰهُ وَاذْكُرْ رَبَّكَ اِذَا نَسِيْتَ وَ قُلْ عَسٰي اَنْ يَّهْدِيَنِ رَبِّيْ لِاَقْرَبَ مِنْ هٰذَا رَشَدًا۔ وَ لَبِثُوْا فِيْ كَهْفِهِمْ ثَلٰثَ مِائَةٍ سِنِيْنَ وَ ازْدَادُوْا تِسْعًا قُلِ اللّٰهُ اَعْلَمُ بِمَا لَبِثُوْا۔ لَهٗ غَيْبُ السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ اَبْصِرْ بِهٖ وَ اَسْمِعْ مَالَهُمْ مِّنْ دُوْنِهٖ مِنْ وَّلِيٍّ وَّلَا يُشْرِكُ فِيْ حُكْمِهٖٓ اَحَدًا۔ (آيت ۲۳،۲٦- سورة ڪهف)

(۽ هرگز نه چئو ڪنهن به شيءِ بابت ته آءٌ ان جو ڪندڙ آهيان سڀاڻي. مگر هئن ته، الله تعاليٰ گهرندو ته ـــ ۽ ياد ڪر پنهنجي رب کي جڏهن تو وساريو، ۽ چئو ته اميد ته مون کي ڏيکاريندو منهنجو رب هن کان وڌيڪ ويجهي واٽ نيڪي جي- ۽ گذاريئون پنهنجي غار ۾ ٽي سؤ سال ۽ نو وڌيڪ، چئو ته الله ڄاڻندڙ آهي جيتري مدت هو رهيا. انهي ئي جو خاصو

آهي: غيب داني آسمانن ۽ زمينن جي، عجب ڏسي وائسي ٿو، ڪو ڪونهي ڀانهن تي ان کان ڀوءِ اختيار وارو، ۽ نه شريڪ ٻئائي ٿو پنهنجي حڪم ۾ ڪنهين به هڪڙي کي.

مٿين آيت جي پڇاڙيءَ مان ته ائين معلوم ٿو ٿئي ته غيب السماوات و الارض خاص خاصو خداوند قدوس جو آهي ۽ جيڪڏهن ائين نه سمجهبو بلڪ چائبو ته پير پيغمبر به عالم الغيب آهن ته اهو شرڪ آهي، جو ته آيت شريف ۾ له غيب السماوات و الارض چئي، تنهن کان سواءِ ولا يشرڪ في حڪمه احدا جو اشارو ڏنو ويو آهي:

اِنَّ اللّٰهَ عِنْدَهٗ عِلْمُ السَّاعَةِ وَيُنَزِّلُ الْغَيْثَ وَ يَعْلَمُ مَا فِي الْاَرْحَامِ وَمَا تَدْرِيْ نَفْسٌ مَّاذَا تَكْسِبُ غَدًا وَمَا تَدْرِيْ نَفْسٌ بِاَيِّ اَرْضٍ تَمُوْتُ اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌ خَبِيْرٌ (آيت ٣٤- سورة لقمان)

(تحقيق الله تعاليٰ ئي آهي جنهن وٽ قيامت جي معلوميت آهي ۽ برسات برسائي ٿو، ۽ جيڪي عورتن جي پيٽن ۾ آهي سو ڄاڻي ٿو. ۽ نٿو ڄاڻي ڪوئي ته سڀاڻي ڇا ٿيندو ۽ نٿو ڄاڻي ڪوئي به، ته ڪهڙي سرزمين تي سندس موت ٿيندو. بيشڪ الله ڄاڻندڙ ۽ خبر رکندڙ آهي.

ٻئي هنڌ حضور جن کي ارشاد الاهي آهي ته:

وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا رُسُلًا مِنْ قَبْلِكَ مِنْهُمْ مَنْ قَصَصْنَا

عَلَيْكَ وَ مِنْهُمْ مَنْ لَمْ نَقْصُصْ عَلَيْكَ وَمَا

كَانَ لِرَسُوْلٍ اَنْ يَّاتِيَ بِاٰيَةٍ اِلَّا بِاِذْنِ اللّٰهِ

(آيت ٧٨- سورة مومن)

(۽ يقيناً موڪليا اسان ڪيترائي رسول توکان اڳ، جن مان ڪيترن جو توکي ذڪر سڻايو سين ۽ ڪيترن جو ذڪر توکي ڪونه سڻايوسين، ۽ ڪو حق نه آهي ڪنهن به رسول کي جو ڪاهه آيت يا ڪوبه معجزو آڻي سواءِ اذن الله جي).

حضور جن عليه الصلواة والسلام پاڻ کي انهن ڪونه ڄاڻندا هئا ته دنيا ۾ فقط آءٌ ئي رسول ٿي آيو آهيان، بلڪ پاڻ سونهارا عام طرح گذشته نبين کي نبي ڪري مڃيندا هئا، ۽ انهن جو ذڪر خير اڪثر ڪندا هئا، ۽ ارشاد الاهي به ڪين انهن هو، جيئن ته رب تعاليٰ فرمايو آهي:

قُلْ مَا كُنْتُ بِدْعًا مِّنَ الرُّسُلِ وَ مَا اَدْرِيْ

مَا يُفْعَلُ بِيْ وَلَا بِكُمْ اِنْ اَتَّبِعُ اِلَّا مَا يُوْحٰي

اِلَيَّ وَمَا اَنَا اِلَّا نَذِيْرٌ مُّبِيْنٌ. (آيت ٩- سورت احقاف)

(چئو (اي رسول ڪريم) ته آءٌ ڪو نئين سان نبي ڪونه آهيان ۽ مون کي معلوم نه آهي ته مون سان

۽ اوهان سان ڇا ٿيڻو آهي. آءٌ ته وحي الاهي جو تابعدار آهيان ۽ آءٌ ته عذاب الاهي کان صاف ڊيڄاريندڙ آهيان.

الغرض پاڻ سونهارا پنهنجي تعريف اهڙي پسند ڪين ڪندا هئا، جا ڪين خداوند قدوس جل جلاله سان وڃي ملائي- يا قرآن پاڪ جي صريح آيات بينات جي برخلاف هجي. پاڻ ڪريم جن عليه الصلواة والسلام هميشه عبده و رسوله چوائڻ ۽ سڏائڻ ۾ خوش ٿيندا هئا. جيڪڏهن ڪنهن ڳالهه بابت ڪين معلومات نه هوندي هئي ته الله عالم الغيب جي حوالي ڪندا هئا. انهيءَ طرح ڪرڻ ۾ ڏاڍا خوش ٿيندا هئا. اڳين نبين جون امتون به، انهيءَ ئي سببان گمراهه ٿي وڃي شرڪ ۾ پيون، جو پنهنجن پيغمبرن جي تعريف اهڙي ڪندا هئا، جو وڃي الله پاڪ سان ملائيندا هون. حضور جن ائين ڪرڻ پسند ڪين ڪندا هئا. جڏهن خداوند ڪريم جل جلاله ڪين فرمايو آهي ته اوهين ماڻهن کي چئو ته آءٌ عالم الغيب نه آهيان ۽ هو اوهان کي عالم الغيب نه چون، تڏهن اهڙي تعريف، جنهن سان ڪين عالم الغيب جي چوڻ جي معنيٰ نڪري، ڪين پسند نه آئي ۽ پاڻ انهن ڇوڪرين کي تعريف ڪرڻ يا عالم الغيب سمجهڻ ۽ چوڻ کان جهليؤن.

فصلوات الله علي النبي الامي الهاشمي العربي اليثربي المڪي المدني و عليٰ آله و اصحابه و برڪاته.

## سج گرهڻ ۽ چنڊ گرهڻ بابت حضور جن جو ارشاد ۽ جاهلاڻن خيالن جو اصلاح

حضور جن جي فرزند دلبند سيدنا ابراهيم عليه السلام جڏهن وفات ڪئي ته انهيءَ ڏينهن اتفاق سان سج گرهڻ به هو. ماڻهو چوڻ لڳا ته صاحبزاده ابراهيم جي وفات سببان سج گرهيو آهي. جڏهن اهڙي خبر حضرت جن کي معلوم ٿي ته

ماڻهن جا ههڙا خيال آهن، تڏهن هڪڙي مجمع ۾ پاڻ سونهارن خطبو فرمايو ۽ فرمايائون ته سچ ۽ چنڊ ڪنهن جي مرڻ يا جيئڻ تي ڪين گرهبا آهن. مطلب ته اهو خيال جاهلاڻو آهي.

## حضور جن جي بشريت

پاڻ اگرچه رسول الله، حبيب الله، سيد الانبياء والمرسلين، افضل البشر ۽ خيرالناس هئا، پر ته به پاڻ کي بشر سمجهندا ۽ سڏائيندا هئا. اهائي هدايت کين الله تبارڪ و تعالیٰ کان به مليل هئي. جيئن ته قرآن ڪريم ۾ الله تعالیٰ فرمايو آهي:

قُلْ اِنَّمَآ اَنَا بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ يُوْحٰٓى اِلَيَّ اَنَّمَآ اِلٰهُكُمْ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ فَمَنْ كَانَ يَرْجُوْا لِقَآءَ رَبِّهٖ فَلْيَعْمَلْ عَمَلًا صَالِحًا وَّلَا يُشْرِكْ بِعِبَادَةِ رَبِّهٖٓ اَحَدًا (آيت ١١٠- سورة الكهف)

چؤ (اي رسول ڪريم صلعم) ته نه آهيان آءٌ مگر انسان اوهان جهڙو- مون ڏي الاهي پيغام اچي ٿو ته اوهان جو خدا هڪڙوئي خدا آهي- پوءِ جيڪو اميد رکي ديدار الاهي جي، تنهن کي گهرجي ته عمل صالح ۽ سوچارا ڪم ڪري ۽ عبادت الاهي ۾ ڪنهن کي به الله تعالیٰ سان شريڪ نه ڪري.

صحيح بخاري شريف ۾ بيبي ام سلمه رضه کان روايت آهي ته هڪڙي ڏينهن پاڻ فرمايائون: آءٌ انسان آهيان- مون وٽ فيصلي لاءِ اوهان جا جهڳڙا اچن ٿا، سو ڪي ماڻهو ٻيءَ ڌر کان وڌيڪ چڱيءَ طرح پنهنجو مطلب بيان ڪري سگهندا آهن، جنهنڪري پاڻسو آهي، ته آهي ٿي اهو سچو، پوءِ آءٌ ٻه ڪٿي ان جي فائدي ۾ فيصلو ڪندو آهيان، جنهن کي پنهنجي گمان ۾ سچو سمجهندو آهيان. سو جيڪڏهن ڪنهن شخص کي منهنجي فيصلي موجب ڪنهن مسلمان ڀاءُ جو حق ملندو هجي ته اهو ان کي هڪ باهه جو ٽڪر سمجهي، پوءِ سندس مرضي وٺي توڙي ڇڏي.

## معصوم ٻچن تي حضور جن جي ٻاجهه

پاڻ سونهارا معصوم ٻچن کي گهڻو پيار ڪندا هئا. پاڻ جڏهن انهن وٽان لنگهندا هئا، تڏهن پاڻ انهن کي السلام عليڪم چوندا هئا. معصومڙن جي مٿن تي برڪت جا هٿ گهمائيندا هئا ۽ انهن کي پنهنجي رحمت جي ڀاڪر ۾ ويهاريندا هئا.

## ڪراڙن ماڻهن جي عزت داري

پاڻ ڪريم جن پوڙهن انسانن جي گهڻي عزت ڪندا هئا ۽ انهن کي ڪنهن به قسم جي تڪليف ڏيڻ ڪين سهندا هئا. حضرت ابوبڪر صديق رضه جڏهن پنهنجي پوڙهي، ضعيف ۽ اکين کان وڏي، قبله گاه ابو قحافه رضه کي اسلام جي بيعت ڪرائڻ لاءِ حضور اقدس صلعم جي خدمت شريف ۾ وٺي آيو ته پاڻ ٻاجهارن قياس ڪري فرمايو ته يا ابوبڪر، تو هن ٻڍڙي کي ڇو تڪليف ڏني آهي، آءٌ پاڻ پنڌ ڪري وٽس هلان ها — سبحان الله.

## ڪنهن عزت واري جو استقبال

پاڻ سونهارن، شريف ۽ سردار قوم جي لاءِ استقبال طور اڪيان وڃڻ کي چڱو فرمايو آهي. جيئن ته هڪ دفعي

حضرت سعد بن معاذ رضہ کي، جي خندق ۾ سخت زخمي ٿيا هئا، بنوقريظہ جي يهودين پنهنجو امين ۽ منصف ٺهرايو هو، جڏهن سعد بن معاذ رضہ مسجد کي نزديڪ آيو تہ پاڻ انهن اصحابن کي، جي اوس جي قبيلي جا هئا، فرمايائون تہ ”قوموا الیٰ سيد کم“ پنهنجي سردار لاءِ اڀرا اٿي وڃو. اهي سڀ اٿي اوڏاهين ويا ۽ عزت سان وٺي آيس.

## حضور جن جي نرمي ۽ شفقت

حضور جن سڀني سان نرم ۽ سادا ۽ سڀني تي مشفق ۽ مهربان ٿي هلندا هئا. جيڪڏهن حضور جن کي ڪو بہ صحابي يا گهر جو ماڻهو ڪنهن ڪم لاءِ سڏ ڪندو هو تہ پاڻ سونهارا جواب ۾ سڀ کنهن کي فرمائيندا هئا: لبيڪ (حاضر). پاڻ سونهارن خداوند ڪريم سان معاهدو (انجام) ڪيو هو تہ خدايا، جي ڪنهن کي آءٌ خدانخواستہ گهٽ-وڌ ڳالهايان يا جي ڪنهن تي لعنت وجهان تہ تون انهيءَ جي حق ۾ گناهن جو ڪفارو (ميٽجڻ)، رحمت ۽ بخشش، پنهنجي قرب جو ذريعو ڪجانءِ. حضور جن ايتري قدر تہ پنهنجي امت سان نرم ٿي هلندا هئا، جو جيڪڏهن نصيحت ڪندا هئا يا وعظ فرمائيندا هئا تہ بہ ڪڏهن ڪڏهن ۽ ٿورو ٿورو تا تہ ماڻهو ملول ۽ ٿڪ نہ ٿين.

هڪ دفعي سج گرهڻ ٿي تہ پاڻ سونهارا ڪسوف (سج گرهڻ) جي نماز ۾ روئڻ لڳا ۽ هي دعا گهرڻ لڳا:

رب الم تعدني ان لاتعذبهم و اذا فيهم و هم يستغفرون و نحن نستغفرک. لکل نبي دعوة يدعوا بها فاستجيب بها فجعلت دعوتي شفاعة لامتي يوم القيامة

(خدايا! تو مون سان انجام نہ ڪيو هو؟ تہ انهن ماڻهن کي تون عذاب نہ ڏيندين، جنهن صورت ۾ آءٌ منجهن هوندس ۽ جنهن صورت ۾ هو توکان بخشش گهرندا. خدايا! اسين توکان بخشش گهرون ٿا. سيڪنهن نبيءَ لاءِ هڪ دعا هئي، جا هنن گهري ۽ قبول پئي. مون پنهنجي دعا پنهنجي اُمت جي شفاعت لاءِ قيامت جي ڏينهن تائين رکي آهي.)

## دشمن تي ٻاجهہ

هڪڙي سال مڪي شريف ۾ اهڙو قحط پيو جو ماڻهن ڏونئرَ ۽ هڏيون بہ کائڻ شروع ڪيون. ابوسفيان بن حرب، جو انهن ڏينهن ۾ حضرت جن عليه‌الصلواة والسلام جو سخت دشمن هو، سو حضور جن جي خدمت مبارڪ ۾ آيو. اچي عرض ڪيائين تہ محمد! (عليه‌الصلواة والسلام) تون تہ صلہ رحمي ۽ عزيزن سان چڱي سلوڪ ڪرڻ جي تعليم ڏيندو آهين! هاڻي ڏس، تنهنجي قوم ڏڪار کان هلاڪ ٿي رهي آهي- پنهنجي خدا کان دعا گهر. حضور جن عليه‌الصلواة والسلام دلي جوش سان دعا گهري تہ خوب برسات اچي پئي.

## ورزش

پاڻ سونهارا ورزش، محنت ۽ جفاڪشيءَ کي پسند ڪندا هئا ۽ پاڻ بہ پهلوانن واريون ورزشون ڪندا هئا. جيئن تہ رڪانت نالي عرب جي مشهور پهلوان سان پاڻ ڪشتي ڪيائون ۽ ٽي دفعا دسيائونس. هن اهوئي شرط رکيو هو تہ جيڪڏهن اوهان مون کي دسيو تہ آءٌ ڄاڻندس تہ اوهين پيغمبري طاقت وارا آهيو. آءٌ پوءِ اسلام قبول ڪندس، جنهن تي هو مسلمان ٿيو.

## تيراندازي

نشانہ بازي ۽ تيراندازي جو هميشه شوق ڏيارينڊا هئا ۽ ٻہ ڏريون ڪري نشانہ بازيءَ لاءِ ٻيهار يندا هئا.

هڪڙي دفعي پاڻ فرمايائون تہ تيراندازي شروع ڪريو، آءٌ فلاڻي پارٽي يا جماعت سان آهيان. اهو جو ٻيءَ پارٽيءَ ٻڌو، سو تن تير هٿن ڪٿي بند ڪيا. چيائون تہ جنهن پارٽيءَ ۾ حضور جن (عليہ الصلواة والسلام) آهن تنهن پارٽي ڏي اسين ڪيئن تير اُڇلايون! حضور جن فرمايو چڱو ڀلا، اوهين تير اُڇلايو، آءٌ اوهان ٻنهي ڌرين سان همراهہ آهيان، ڪنهن هڪ پارٽيءَ جو نہ آهيان.

## گهوڙا ڊوڙ

حضور جن (عليہ الصلواة والسلام) گهوڙا ڀڄائڻ ۽ ڀڄائڻ ۾ ڏاڍو پسند ڪندا هئا، بلڪ انهيءَ بابت حڪم بہ ڪندا هئا. وڏي ڊوڙ پنجن-ڇهن ميلن جي ۽ ننڍي ڊوڙ هڪڙي ميل پنڌ جي هوندي هئي.

## آدمشماري

حضور جن (عليہ الصلواة والسلام) هڪڙي وقت ڪلمہ گو مسلمانن جي آدمشماري بہ ڪرائي هئي ۽ فرمايو هئائون:

"اكتبوا لـي من تلفظ بالاسلام من الناس"

جن اسلام جو ڪلمو پڙهيو هجي، تن سڀني جا نالا منهنجي لاءِ لکو. سندن هن حڪم جي تعميل ٿي، ان وقت مسلمانن جو شمار ڏيڍ هزار ٿيو. ايترو انداز ٻڌي بہ مسلمانن الله تعاليٰ جو شڪر بجاءِ آندو، ۽ خوشي ڪيائون. مسلمان چوڻ لڳا تہ ڀلي! اسين هاڻي ڏيڍ هزار ڄڻا ٿيا آهيون. هاڻي اسان کي ڪهڙو خوف آهي. اسان تہ اُهي وقت بہ ڏٺا جو ڇڙها ٿي نماز پڙهندا هئاسين، ۽ هر طرف دشمن جو خطرو هوندو هو. اهڙي آدمشماري حضور جن جي وقت ۾ ٻہ-ٽي دفعا ٿي هئي: پهرين دفعي 500 مسلمان، ٻئي دفعي 600، ۽ 700 جي درميان هئا، ٽئين دفعي 1500 ٿيا هئا.

خدا جو حق ٻانهن تي، ٻانهن جو حق خدا تي

پاڻ فرمائيندا هئا:

حق الله علي عباده ان يعبدوه ولايشركوا به شيئا و حق العباد علي الله اذا فعلوه ان لايعذبهم-

(الله تعاليٰ جو حق ٻانهن تي هي آهي ته ٻانها سندس عبادت ڪن ۽ ساڻس ڪنهن به شيءِ جو شرڪ نه ڪن يعني ڪنهن به شيءِ کي سندس شريڪ ۽ سندس جهڙو نه ڄاڻن، ۽ ٻانهن جو حق الله تعاليٰ تي آهي ته جڏهن الله جو حق هو بجا آڻين ته، پوءِ پاڻ کين عذاب نه ڪري.

## رحمت الاهي جو ذڪر خير

حضورجن عليه الصلواة والسلام فرمائيندا هئا ته الله تبارڪ و تعاليٰ پنهنجي خاص ڪتاب عرش عظيم واري ۾ لکيو آهي ته

"ان رحمتي غلبت غضبي"

تحقيق منهنجي رحمت منهنجي غصي تي غالب آهي.

## والدين جي خدمت

هڪڙي شخص حضور ۾ عرض ڪيو ته يا حضرت، آءٌ دين جي دشمنن سان جهاد ڪرڻ گهران ٿو. حضورجن صلي الله عليه وآله وسلم آن کان پڇيو ته تنهنجا ماءُ - پيءُ جيئرا آهن؟ هن چيو ته هائو. پاڻ فرمايئون ته تنهنجو جهاد اهوئي آهي، جو تون پنهنجي والدين جي خدمت ۾ رهه ۽ آنهن جي چڱيءَ طرح نهل ڪر.

## مسلمان جي مسلمان سان همراهي ۽ مدد

پاڻ سونهارن فرمايو آهي:

المومن للمومن كالبنيان يشد بعضہ بعضا و شبک بين اصابعہ۔

(هڪڙو مومن ٻئي مومن لاءِ ائين آهي جيئن بنياد يا پٽ جي ڀِڙهہ جون سرون ۽ پاڻ سونهارن هڪڙي هٿ جون آڱريون ٻئي جي آڱرين ۾ ڪنڊيون يعني هن طرح مومن پاڻ ۾ مليل آهن.

## مسلمان ڪير آهي

پاڻ سونهارن فرمايو آهي:

المسلم من سلم المسلمون من لسانہ و يدہ۔

(مسلمان اهو آهي جنهن جي هٿ ۽ زبان کان مسلمان بچيل ۽ سلامت هجن.

## ايمان جي ڪماليت

پاڻ سونهارا فرمائيندا هئا:

لايومن احدكم حتي يحب لاخيہ ما يحب لنفسہ

(اوهان مان ڪوبہ مومن نہ ٿيندو، جيسين پنهنجي مومن ڀاءُ لاءِ بہ اهو نہ پسند ڪري، جيڪي پنهنجي نفس لاءِ پسند ٿو ڪري

## ايمان جي لذت ۽ مزو

حضور جن جو ارشاد آهي:

ثلاث من كن فيہ وجد حلاوة الايمان

(ٻي ڳالهيون اهڙيون ته ڇگيون آهن جو جنهن ۾ اهي هونديون تنهن کي ايمان جو مزو ايندو).

(١) ان يكون الله و رسوله احب اليه مما سوا هما

(1) هڪ ته الله ۽ الله جي رسول کان وڌيڪ ڪا ۾ شيء زور پياري نه هجيس.

(٢) و ان يحب المرء لايحبه الا لله

(2) ڪنهن سان ۾ دوستي رکي ته خدا ڪارڻ رکي.

(٣) و ان يكره ان يعود في الكفر كما يكره ان يقذف في النار

(3) ۽ ڪفر ۾ موٽي وڃڻ اهڙو بڇڙو لڳيس، جهڙو باهه ۾ اڇلجي پوڻ.

## وڌندڙ عمل

ماڻهن حضور جن (عليه الصلواة والسلام) کان پڇيو ته الله تبارڪ و تعاليٰ کي ڪهڙو عمل پسند آهي؟ پاڻ فرمايئون: جو عمل نيڪ، هميشه ڪجي ڇڏجي نه، اگرچه ٿورڙو هجي. وري فرمايئون: عبادت ايتري ڪريو، جيتري اوهان کان پڄي سگهي.

## سخت عبادت کان منع

حضور جن عليه الصلواة والسلام هڪ گهر ۾ رسو ٽنگيل ڏٺو. پڇائون ته هي ڇا آهي؟ ماڻهن عرض ڪيو ياحضرت، فلاڻي زال اهو رسو ٽنگيو آهي. هوءَ رات جو عبادت ڪندي آهي، جڏهن ننڊ جي گهر وٺندي اٿس، تڏهن پاڻ کي هن رسي ۾ ٽنگيندي آهي. فرمايئون: لاهي ڇڏيو. نفلي عبادت تيسين ڪريو، جيسين طبيعت جي خوشي هجي. حضور جن

ڪي معلوم ٿيو تہ بني اسد قبيلي جي هڪ عورت آهي، جا ساري رات جاڳي عبادت ڪري ٿي. پاڻ فرمايئون: ائين نہ ڪريو. عبادت طاقت آهر ڪريو. عبدالله بن عمرو بن العاص کان حضور جن عليه الصلواة والسلام پڇيو تہ اسان ٻڌو آهي تہ تون راتين جون راتيون برابر جاڳين ٿو ۽ ڏينهن جا ڏينهن برابر روزو رکين ٿو؟ عبدالله عرض ڪيو، سائين برابر! فرمايئون:

فلا تفعل - صم وا فطر - قم و نم - فان لجسدک عليک حقا و ان لعينيک عليک حقا و ان لزوجک عليک حقا

(آئنده ائين نہ ڪجانءِ. روزو ڀلي رک، پر لاڳيتو نہ، ڪڏهن ڪڏهن ڇڏي بہ ڏي. رات جو عبادت بہ بيشڪ ڪر، پر ڪجهہ ننڊ بہ ڪر، ڇو تہ تنهنجي جسم جو توتي حق آهي ۽ تنهنجي اکين جو بہ توتي حق آهي ۽ تنهنجي عورت جو بہ توتي حق آهي.)

## ٻوڙهئي ۽ محلت باٻت سندن ارشاد ۽ ڀلڻ باٻت سندن حڪم

پاڻ سونهارن فرمايو: جيڪڏهن ڪو شخص ڪائين جي ڀري ڀڃيءَ تي ڪٽي وڪٽي سو بهتر آهي، ان کان جو ماڻهن کان ڀني ۽ ماڻهو ڪيس ڏين.

## ڪهڙن تي ريس ڪرڻ گهرجي

فرمايئون: جن ماڻهن سان هوند ريس ڪجي، سي ٻہ آهن: (1) جنهن کي خداوند ڪريم دولت ڏني هجي ۽ چڱن ڪمن ۾ خرچڻ جي بہ توفيق بخشي هجيس. (2) جنهن کي رب حڪمت ۽ فلاسفري عطا ڪئي هجي ۽ ان تي پاڻ بہ عمل ڪندو هجي ۽ ٻين کي بہ سيکاريندو هجي.

## هڪبئي سان محبت

پاڻ سونهارا فرمائيندا هئا:

**سددوا و قاربوا وابشروا فانه لايدخل احدا الجنة عمله**

(سچا ٿي هلو. هڪبئي سان محبت رکو ۽ بشارت ڏيو. رڳي عبادت ڪنهن کي بہ جنت ۾ داخل نہ ڪندي.)

## رذيل اخلاقن کان منع

حضورجن عليه‌الصلواة والسلام فرمايو آهي:

**اياكم والظن فان الظن اكذب الحديث و لاتحسسوا و لاتجسسوا و لاتباغضوا و لاتدابروا و كونوا عبادالله اخوانا**

(خبردار بدگماني جي عادت نہ ڌارجو. بدگماني بجڙي ۾ بجڙو ڪوڙ آهي. ٻين جي ڳالهين تي ڪَن نہ لايو، نہ ٻين جي عيب جوئي ڪريو. هڪبئي سان بغض ۽ ڪينو نہ رکو. ڪنهن کان منهن نہ ڦيرايو ۽ هجو الله جا ٻانها پاڻ ۾ ڀائر.)

## پاڙيچي ۽ مهمان جو حق

حضورجن جو ارشاد آهي:

**من كان يومن بالله واليوم الاخر فلايوذ جاره و من كان يومن بالله واليوم الاخر فليكرم ضيفه**

(جو شخص الله تبارڪ و تعالیٰ ۽ روز قيامت تي ايمان رکي ٿو، سو پنهنجي پاڙي واري کي نہ ستائی

۽ جو الله تعالیٰ ۽ روز قيامت تي ايمان رکي ٿو، سو مهمان جي عزت ۽ خاطري ڪري.)

## خاموشيءَ جي تعليم

پاڻ سونهارن فرمايو آهي:

**من كان يومن بالله واليوم الاخر فليقل خيرا او ليصمت**

(جنهن ڪي الله تبارڪ و تعالیٰ ۽ روز قيامت تي ايمان آهي، ان کي گهرجي ته جڏهن ڳالهائي ته چڱي ڳالهه ڳالهائي، نه ته خاموش رهي.)

## رسول پاڪ عليه الصلوات والسلام جي ضمانت

پاڻ سونهارن جو فرمودو آهي:

**من يضمن لي مابين لحييه وما بين رجليه اضمن له الجنة**

(جو شخص مون کي ضامن ڏئي، پنهنجي ٻن ڪاڏين جي وچ واري شيءِ جو (يعني زبان) ۽ ٽنگن جي وچ واري شيءِ جو (اگهڙ وارو جسم) ته آءٌ ان لاءِ جنت وٺي ڏيڻ لاءِ ضامن آهيان.)

## صبر ۽ شڪر جي تلقين

حضورجن عليه الصلواة والسلام فرمائيندا هئا:

**اذا نظر احدكم الى من افضل عليه في المال والخلق فلينظر الى من هو اسفل منه**

(جيڪڏهن اوهان مان ڪنهن جي نظر اهڙي شخص تي وڃي پوي، جو مال ۽ اسباب، سونهن ۽ سوڀيا ۾ اوهان کان ڪسر آهي ته پوءِ وري پاڻ کان گهٽ درجي واري کي به ڏسڻ گهرجي.)

## اخلاقي بهادري

حضور جن جو ارشاد آهي:

**ليس الشديد بالصرعة انما الشديد من يملك نفسه عندالغضب**

(ڏاڍو مڙس اهو ناهي، جو ڪنهن کي دسي رکي، پهلوان اهو آهي جو غصي ۽ ڪاوڙ وقت پاڻ کي روڪي.)

## اسلامي منادين ۽ مشنرين کي هدايت

معاذ بن جبل رض ۽ ابوموسيٰ رض کي حضور جن ملڪ يمن ڏي اسلام جي اشاعت ۽ ماڻهن ۾ اسلام جي تعليم جي اثر وجهڻ لاءِ منادي (مشنري) ڪري موڪليو هو. جڏهن هو خير سان آسهيا ٿي، تڏهن انهن کي حضور جن عليه‌الصلواة والسلام هي لفظ هدايت ۽ نصيحت طور فرمايا هئا:

**يسرا ولا تعسرا وبشرا ولا تنفرا و تطا وعا**

(سهنجا ٿي هلجو. ماڻهن لاءِ سخت ۽ اهنجا نہ ٿجو. انهن کي خوشخبري ۽ بشارت ٻڌائجو. اهڙا نہ ٿي هلجو جو انهن کي موريو نفرت ولي ۽ هڪٻئي جي چٽي ۾ رهجو.)

## محبت جو اثر

حضور جن فرمائيندا هئا:

**المرء مع من احب**

(جنهن سان جنهن جي محبت هوندي، اهو ان سان هوندو. يعني جيڪڏهن الله ۽ الله جي رسول سان محبت هونديس تہ هو هوندو بہ انهن سان.)

## قيدين، مسڪينن ۽ بيمارن جي پارت

پاڻ ڪريم جن فرمايو آهي:

**فكوا العاني واطعموا الجائع وعود والمريض**

قيدين کي آزاد ڪريو، بکين کي کارايو ۽ بيمارن جي طبعيت پرسي ڪريو.

## وڻ پوکڻ جو ثواب

سندن هدايت آهي ته جيڪڏهن ڪنهن مسلمان وڻ پوکيو، جنهن جو ڦر ڪنهن انسان يا جانور کاڌو ته وڻ پوکڻ واري جو هي هميشه لاءِ خيرات ۽ صدقو ٿيو.

## حيوانن سان همدردي

حضورجن عليه‌الصلواة والسلام فرمايو: هڪ شخص واٽ واهو هو، ان کي واٽ تي اُڃ لڳي، کو کوهه واٽ تي ڏٺائين، کوهه ۾ لهي ويو ۽ وڃي پاڻي پيتائين. جڏهن ٻاهر نڪتو، تڏهن ڇا ڏسي ته هڪڙو ڪتو اُڃ جو ماريو غريب ڄڀ ڪڍيو آلي زمين جي ڪپ پيو چٽي. هن واٽهڙو کي پياسي ڪتي تي ڏاڍو قياس آيو ۽ سولي انهيءَ کوهه ۾ لهي ويو ۽ جتيءَ جو پادر پاڻيءَ سان ڀري آيو ۽ اچي ڪتي کي پياريئين. خداوند تبارڪ و تعاليٰ کي انهيءَ شخص جو اهو عمل اهڙو ته پسند آيو، جو انهيءَ شخص کي رب تعاليٰ انهيءَ عمل جي ڪري بخشي ڇڏيو. حاضر اصحابن عرض ڪيو، يا رسول الله (عليه‌الصلواة والسلام) ڇا حيوانن جي خدمت جو به اجر ملندو؟ حضورجن فرمايو: هائو. هرهڪ اهڙي جاندار جي خدمت جو اجر ملندو، جنهن جي دل ۾ ذرا آلنهه (پاڻيٺ يا رطوبت) هوندي يعني جو به جاندار جيئرو هوندو، ان جي خدمت جو اجر ملندو.

## زرخريد ٻانهن ۽ ٻانهين سان مهرباني جو ذڪر

حضورﷺ زرخريد غلامن ۽ ٻانهين تي هميشه ٻاجهارا ۽ ٻياجهه وارا هوندا هئا. پاڻ فرمايئون:

من كانت له جارية فعلمها واحسن اليها ثم اعتقها و تزوجها كان له اجران

جنهن وٽ ڪا زرخريدي ٻانهي هجي، پوءِ ان کي علم سيکاري ۽ آن سان احسان ڪري پوءِ آن کي آجو ڪري ۽ آن سان پرڻجي ته آن کي رب ٻه اجر ڏيندو.

## منافقي جون علامتون

چار خصلتون اهڙيون آهن، جنهن شخص ۾ اهي هونديون، آهو شخص منافق چئبو- ۽ جيڪڏهن انهن چئن خصلتن مان ڪنهن هڪڙي به ۾ هوندي ته منافقي جي هڪ علامت منجهس موجود چئبي-(١) جڏهن ڪجهه به ڳالهائي ته ڪوڙ ڳالهائي، (٢) انجام ڪري ته ڪڏهن نه پاڙي، (٣) عهد ٻڌي ته پورو نه ڪري، (٤) جهڳڙو ڪري ته بدشد ڳالهائي.

## سچو مهاجر ڪير آهي

حضورﷺ جو فرمودو آهي:

المهاجر من هجر ما نهي الله عزوجل

خدا جي راهه ۾ هجرت ڪندڙ، وطن ڇڏي ٻي وطن ويندڙ ڪير آهي، جو الله تعاليٰ جي منع ڪيل شين کان پري رهي.

## قيامت جي ڏينهن الله تبارڪ و تعاليٰ جي ڇانوَ هيٺ ڪير هوندا

حضور جن عليه الصلواة والسلام فرمايو آهي: قيامت جي ڏينهن هنن ستن ڄڻن تي الله تعاليٰ جي رحمت جو ڇانوَ هوندو: (١) بادشاهه عادل، (٢) جو شخص جواني ديواني جي ڏينهن ۾ عبادت الاهي ڪري، (٣) جنهن شخص کي چرڙهائي ۽ اڪيلائي ۾ رب ياد اچي ۽ سندس اکيون پاڻيءَ سان پرجي اچن، (٤) اهو شخص جنهن جي دل مسجد ۾ لڳل هجي، (٥) آهي ٻه نيڪ مرد جن جي محبت پاڻ ۾ خاص خدا ڪارڻ هجي، (٦) آهو شخص جنهن کي ڪا حسين ۽ وڏي درجي واري عورت پاڻ ڏي سڏي ۽ هو چوي ته آءٌ خداوند اڪبر ڪان ڊڄان ٿو، (٧) آهو شخص جو ڪجهيءَ طرح خيرات ڏيندو هجي، جيئن ته هن جي ڪابي هٿ کي به خبر نه پوي ته ساڄي هٿ ڇا ڏنو. هيءَ آهي ست ڄڻا آهن، جن کي خداوند تبارڪ و تعاليٰ انهيءَ ڏينهن پنهنجي ڇانوَ هيٺ رکندو، جنهن ڏينهن الله تعاليٰ جل جلاله جي ڇانوَ ڪان سواءِ ٻيو ڪنهن جو ڇانوَ ڪونه هوندو.

## بادشاهه جي تابعداري

حضور جن بغاوت ۽ فتنه ڪان گهڻو منع ڪندا هئا ۽ بغاوت ڪرڻ يا اهڙن خيالن کي ڏاڍو ڏڪاريندا هئا ۽ فرمائيندا هئا:

من كره من اميره شيئا فليصبر عليه فانه من خرج من طاعة السلطان شبرا مات ميتة جاهلية.

جنهن کي پنهنجي حاڪم جي ڪا ڳالهه نه وڻي، گهرجيس ته صبر ڪري، ڇو ته جو شخص حاڪم

جي حڪم مڃڻ کان ٽوروئي نڪتو، سو جاهليت
جي موت مرندو.

(٢) سندن فرمودو آهي ته

**انڪم سترون بعدي اثرة و امورا تنڪرونها قالوا فما تامرنا يا رسول الله قال ادوا لهم حقهم وسلوا الله حقڪم**

ضرور اوهين سون کان پوءِ اهڙيون حالتون ۽
اهڙا ڪم ڏسندؤ جي اوهان کي نه وڻندا.

حاضرين اصحابن عرض ڪيو ته پوءِ ڪهڙو حڪم ٿا
ڪريو اسان کي يا رسول الله (صلي الله عليه و آله وسلم)

حضورجن فرمايو: توهين انهن جو حق بجا آڻيندا
رهجو ۽ پنهنجا حق پنهنجي مولا کان گهرجو.

## وڏيرا، پريا مڙس يا ليڊر

حضورجن جنگ هوازن جي وقت ۾ صلح جي شرطن
طئي ڪرڻ لاءِ مخالف ذڪر کي فرمايو:

**فارجعوا حتي يرفع الينا عرفاءڪم**

اوهين موٽي وڃو اوهان جا وڏيرا ۽ ليڊر اهي
ڳالهيون اسان وٽ اچي پيش ڪن.

## قوم جي وڪالت

پوءِ ساڳين وڃي ائين ڪيو ۽ پنهنجا وڏيرا ڳالهه ٻولهه
ڪرڻ لاءِ پنهنجي پاران حضورجن جي خدمت ۾ وڪيل
ڪري موڪليائون. اهي جڏهن حضور ۾ آيا، تڏهن هيئن
اچي چيائون:

**ان الناس قد طيبوا و اذنوا**

سيني ماڻهن راضي ۽ خوش ٿي اسان کي ان بابت گفتگو ڪرڻ جي اجازت ڏني آهي.

## جن اڻ مسلمانن سان عهد ٿيل هجي، تن جي ضرور حفاظت ڪجي

حضور جن عليه الصلواة والسلام جو حڪم آهي:

**من قتل معاهدا لم يرح رائحة الجنة و ان ريحها يوجد من مسيرة اربعين عاما**

جنهن غير مسلمان سان عهد هجي، تنهن کي جنهن قتل ڪيو سو بهشت جي خوشبو نه سونگهيندو، حالانڪ بهشت جي خوشبو چاليهن سالن جي پنڌ تان ايندي آهي.

## موت جي خواهش

حضور جن جو فرمودو هو:

**لايتمنين احدكم الموت اما محسنا فلعله ان يزداد خيرا اما مسيئا فلعله ان يستعتب**

اوهان مان ڪو به (مسلمان) هرگز موت نه گهري وٺي، جيڪڏهن نيڪ آهي ته من نيڪي وڌندي رهيس ۽ جيڪڏهن بد آهي ته من خوشنودي هٿ ڪري وٺي.

## صحت ۽ ڪشاده گذران بابت حضور جن جو ارشاد

حضور جن عليه الصلواة والسلام فرمائيندا هئا:

**نعمتان مغبون فيهما كثير من الناس الصحة والفراغ**

ٻه نعمتون آهن، جن جو قدر اڪثر ماڻهو نٿا ڪن (١) چڱلائي، (٢) فارغ البالي (ڪشاده گذران)

## قرض جي ادائي بابت حڪم

حضور جن کي ڪو ماڻهو هڪ اُٺ لهڻندو هو. هو جڏهن گهرڻ آيو، تڏهن پاڻ سونهارن لهڻيدار جي ڏنل اُٺ کان ٻه عمدو ۽ قيمتي اُٺ خريد ڪري کيس ڏنو ۽ ان وقت ۾ مبارڪ لفظ فرمايئون:

### ان خيارڪم احسنڪم قضاءً

اوهان ۾ چڱا آهي ڇڻا، جي پنهنجو قرض چڱيءَ طرح ادا ڪن.

## سچي دولتمندي

پاڻ سونهارا فرمائيندا هئا:

### ليس الغنيٰ عن ڪثرة العرض ولڪن الغنيٰ غني النفس.

بيشڪ دولتمندي هن ڪي ڪين چئبو، جو گهڻا ٽڪا هجن ۽ دنيا جو اسباب ججهو هجي، پر سچي دولتمندي هي آهي جو دل غني (دولتمند) هجي.

## مسلمان برادري ۽ برابري

پاڻ سيدالعرب والعجم صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو آهي:

### لا فضل لعربي عليٰ عجمي و لا لعجمي عليٰ عربي ولا لابيض عليٰ اسود ولا لاسود عليٰ ابيض الا بالتقويٰ.

نه عرب جي ماڻهوءَ کي عجم جي ماڻهوءَ تي، نه عجم جي ماڻهوءَ کي عرب جي رهاڪو تي، نه اڇي کي ڪاري تي، نه ڪاري کي اڇي تي زياده ڪا عزت يا فضيلت آهي، مگر عزت آهي ته خدا ترسي سان آهي.

## رحمدلي جي تعليم

حضور ڪريم جن فرمايو آهي:

**من لا يرحم لا يرحم**

جو شخص ڪنهن ٻئي تي رحم نٿو ڪري، تنهن تي رحم نہ ٿيندو.

## وارثن جي لاءِ ورثہ ڇڏي وڃڻ جي هدايت

حضور جن جو ارشاد آهي تہ

**ان تدع انت ورثتك اغنياء خير من ان تدعهم عالة يتكففون الناس في ايديهم**

وارثن کي جو تون دولتمند ڇڏي مرين سو چڱو آهي، هن کان جو سڃو ڇڏي وڃين جو ماڻهن جي آڏو دست سوال ڊگهو ڪندا وتن.

## عورت جو مثال

حضور جن فرمايو آهي:

**المرءة كالضلع ان اقمتها كسرتها و ان استمتعت بها استمتعت بها و فيها عوج**

عورت کي پاسي جو هڏو ڪري سمجهو. پاسري جي هڏي کي جيڪڏهن سڌو ڪندو تہ موڙبو پيچي رکندوس ۽ جيڪڏهن انهيءَ مان ڪم پيا وٺندو تہ اگرچہ پاسري ڏنگي ۽ ٽيڏي آهي، تہ بہ ڪم پيا وٺندوس.

## عورت جو درجو پنهنجي خاوند جي گهر ۾

حضور جن جو ارشاد مبارڪ آهي تہ

**المرءة راعية على بيت زوجها و ولده**

عورت پنهنجي مڙس جي گهر ۽ پنهنجي اولاد
تي نگهبان ۽ ڏنار آهي.

## الله وٽ نهايت پسند ڪلام

حضور جن فرمايو آهي:

**ڪلمتان حبيبتان الي الرحمن خفيفتان
علي اللسان ثقيلتان في الميزان سبحان الله
و بحمده سبحان الله العظيم**

ٻه سخن آهن، جي رب کي تمام پيارا آهن ۽
زبان تي هلڪا آهن ۽ عملن جي ترازوءَ ۾ ڳرا آهن
اُهي هي آهن:

سبحان الله و بحمده سبحان الله العظيم.

## ڪنهن جي ٻه دروازه جي آمهون سامهون
## بيهي نه سڏ ڪجي

حضور جن جي عادت مبارڪ هوندي هئي ته جيڪڏهن
ڪنهن جي ٻه، دروازه تي ويندا هئا ته در جي آمهون سامهون
بيهي نه سڏ ڪندا هئا، بلڪ در جي ساڄي يا کابي پاسيءَ
کان بيهي فرمائيندا هئا: "السلام عليڪم"، "السلام عليڪم".

## چڱو ڦالو

حضور جن ڪنهن جو بجڙو فالو ٻڌندا هئا ته ستائي
تمام چڱو ڪندا هوس. ۽ چڱي فالي کي ڏاڍو پسند ڪندا هئا.

## اونڌي سمهڻ جي منع

حضور جن جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي اونڌو سُتل
ڏسندا هئا ته پير جو ٺڏو هڻي اُٿاريندا هئس.

## ختنو

حضور جن هر مسلمان کي ختنه ڪرائڻ جو تاڪيد ڪندا
هئا، اگرچه اسي ورهيه جو ڪراڙو ڇو نه هجي.

## خطبہ پڙهڻ وقت لٺ تي ٽيڪ

پاڻ سونهارا جڏهن به خطبو پڙهندا هئا ته ننڍي يا وڏي ڪنهن نه ڪنهن لٺ تي ضرور ٽيڪ ڏيندا هئا.

## بيمار پرسي جو وقت

حضورجن عليہ الصلواة والسلام ڪنهن به بيمار کي پڇڻ کين ويندا هئا، مگر تڏهن جڏهن ٽي ڏينهن گذرندا هئا.

## هڪبئي ۾ شيءِ سوکڙي ڏجي وٺجي

پاڻ سونهارا هڪبئي ۾ شيءِ سوکڙي ڏيڻ وٺڻ لاءِ حڪم ۽ هدايت ڪندا هئا تا ته مائٽن ۾ ميل ميلاپ رهي.

## مداحن جي وات ۾ مٽي

جيڪڏهن ڪو به محبت سان سندن مدح ۽ تعريف ڪندو هو ته آن کي ان جي عيوض ۾ ڪجهه نه ڪجهه ڏيندا هئا، مگر اها ڳالهه پنهنجي حق ۾ جائز نه رکي هئائون. پاڻ فرمائيندا هئا ته وڏين تعريفن ڪرڻ وارن مداحن جي وات ۾ مٽي وجهي ڇڏجي.

## مسافري لاءِ ڇنڇر ڏينهن

حضورجن عليہ الصلواة والسلام هميشه پسند ڪندا هئا ته مسافري خميس جي ڏينهن ڪجي.

## خطبو ڊگهو نہ پڙهجي

پاڻ سونهارا جڏهن ڪو حاڪم ڪري ڪنهن ملڪ تي موڪليندا هئا ته انهيءَ کي هي هدايت ڪندا هئا:

اقصر الخطبة وا قل الكلام فان من البيان سحرا

خطبو ننڍو ڪجانءِ ۽ ٿورو ڳالهائجانءِ، ڇو ته ڪو بيان اهڙو آهي جهڙو سحر يا جادو.

## جنگ جي وقت آواز ڪرڻ

پاڻ سونهارا جنگ جي وقت وڏا وڏا آواز ڪرڻ ناپسند ڪندا هئا.

## عيد جي ڏينهن آمدرفت جا رستا

پاڻ سونهارا عيد جي ڏينهن نڪرندا هئا هڪڙي رستي کان ته موٽندا هئا ٻئي رستي کان.

## وحي ۽ پيغام الاهي اچڻ وقت سندين حالت

جڏهن مٿن پيغام الاهي ايندو هو ۽ وحي نازل ٿيندو هو، تڏهن پاڻ خوف الاهي کان نهايت ادب ۽ تعظيم سببان ڪنڌ کڻي جهڪائيندا ۽ مٿو مبارڪ کڻي هيٺ ڪندا هئا. پوءِ جڏهن پيغام پورو ٿيندو هو، تڏهن ڪنڌ مٿي کڻندا هئا.

## جمعي جي ڏينهن جو شان

جڏهن جمعي جي رات ٿيندي هئي، تڏهن حضورجن عليه الصلواة والسلام فرمائيندا هئا:

هذه ليلة غراء و يوم ازهر

هي رات روشن رات آهي ۽ ڏينهن چمڪندڙ ڏينهن.

## سياري ۽ اونهاري ۾ اندر وڃڻ ۽ ٻاهر نڪرڻ

جڏهن سيارو ايندو هو ته پاڻ سڀورا جمعي جي رات اندر گهر ۾ ٿيندا ۽ جڏهن اونهارو ايندو هو ته جمعي جي رات ٻاهر نڪري آسمان هيٺ سمهندا هئا.

## درگاهه الاهي ۾ دعا گهرڻ جو طريقو

حضورجن عليه الصلواة والسلام جڏهن ٻ رب کان سوال گهرندا هئا ته سنئون ٻڪ جهليندا هئا ۽ جڏهن رب تعاليٰ کان پناهه گهرندا هئا ته اونڌا هٿ ڪندا هئا ۽ جڏهن ڪا ڪين تڪليف رسندي هئي ۽ دعا گهرندا هئا ته ٻانهون ڏيکاري هٿ کڻي دعا گهرندا هئا؛ جيئن ته ڪڇن مبارڪن

جي سفيدي ۽ ڏسڻ ۾ ايندي هئي ۽ جڏهن ۽ دعا لاءِ هٿ کڻندا هئا تہ لاهڻ مهل منهن مبارڪ کي مکيندا هئا.

## حضور جن جي اڪثر دعا

حضور جن عليه الصلواة والسلام اڪثر هي دعا گهرندا هئا:

ربنا آتنا في الدنيا حسنة و في الاخرة حسنة و قنا عذاب النار

اي رب اسان جا! اسان کي دنيا ۾ بہ نيڪي نصيب ڪر ۽ آخرت ۾ بہ نيڪي عنايت ڪر ۽ اسان کي باهہ جي عذاب کان بچاءِ.

## حضور جن ڪهڙين شين کان پناهہ گهرندا هئا

حضور جن مصيبت جي حملي، بدبختي جي پهچڻ، تقدير جي برائي، دشمنن جي خندہ کان پناهہ گهرندا هئا ۽ پناهہ گهرندا هئا پنجن شين کان: طبعيت جي سستي کان، ڪنجوسيءَ ۽ بري حالت جي عمر کان، زماني جي فتني ۽ عذاب قبر کان.

اللهم احفظني و احفظ جميع المسلمين والمسلمات وجميع المومنين والمومنات من شرالدنيا والاخرة وفتنة المسيح الدجال.

اللهم صل علی نبيک نبي الرحمة وعلی آله واصحابه کلما ذکره الذاکرون و کلما غفل عن ذکره الغافلون وسلم تسليما کثيرا.

---

## ڪتاب جي پڇاڙيءَ تي مصنف جا ٻه اکر

حضرات! مون کي ارادو نه هو ته آءٌ اخلاق محمدي جو هيتر يقدر مختصر ڪتاب لکي ڪٿي بس ڪريان. بلڪ ارادو اهوئي هئم ته حضورجن جا ذره ذره اخلاق لکي هڪ وڏو مفصل ڪتاب تيار ڪري وجهان. پر طالبن جي شوق، ٻريس وارن جي تڪڙ، خانگي معاملات جي هجوم، پنهنجي پيشه طبابت جي گرفتاري، وقت جي تقاضا، ڪاغذن جي گراني. حيات بي بقا جي بيپروسائي مون کي مجبور ڪيو ته آءٌ بالفعل هن مبارڪ ڪتاب کي هتي ڪٿي پورو ڪريان. رب توفيق ڏنيم ته ساڳو هن کي هن ڪان وڏيڪ مبسوط لکي سگهان ٿو. جڏهن هي مبارڪ ڪتاب لکڻ شروع ڪيو هئم، تڏهن البت جلدي جو خيال هئم ته ڪيڏو نه وڏو ٿيندو. پر جلد ٿاهي تيار ڪبو. مگر پوءِ حالت هي رهي جو مريضن جي معالج جي مشغولي ۽ عدم فرصت سببان مهينن جا مهينا هٿ لائڻ ڪان ٻه رهيو پيو هوندو هو. جڏهن گهڻا ڏينهن گذرندا هئا، تڏهن شرم ايندو هئم، پنهنجي گرفتاري ۽ عديم الفرصتي تي پشيمان ٿي افسوس ڪري وري هٿ ۾ ڪٽندو هوس. وري ڪجهل لکي وري ڏنڏن جي زيادتي ڪان ڇڏي ڏيندو هوس. نيٺ اڄ خدا ڪري بتاريخ 6 شعبان المعظم سنه 1334 هجري مقدس مطابق 5- جون سنه 1916 عيسوي جي لکي پورو ڪيم. آءٌ هن ڪار خير جي پوري ڪرائڻ جي ثواب جو مستحق مڪرمي شيخ عبدالعزيز صاحب مالڪ اخبار الحق کي ٻه ڄاڻان ٿو، جنهن صاحب وقت بوقت مون جهڙي واندي ماڻهوءَ کي ياد ڏياري ڏياري هي ڪم بالفعل پورو ڪرايو.

فجزاه الله خير العجزاءَ عني و عن جميع المسلمين
من اُمت سيد المرسلين عليه الصلواة و السلام و
علي آله و اصحابه اجمعين آمين .

منهنجا عزيز دوست هي ڪتاب پڙهي فائدو حاصل ڪري
مون جهڙي بي بضاعت سراپا گناه ڪي دعا خير سان ياد ڪندا
ته خدا ڪين اجر عظيم عطا فرمائيندو.

هن ڪان پوءِ ارادو ٿيم ته سنڌي نثر ۽ مختصر نظم ۾
خطبن جو ڪتاب لکان. جنهن سان هر هفتي جمعي جي
مبارڪ ڏينهن ۾ مسلمانن لاءِ وعظ ۽ نصيحت ٿيندي رهي،
۽ هو بجاءِ نه سمجهڻ ۽ نصيحت نه وٺڻ جي ڪجهه نه ڪجهه
نيڪ نصيحت حاصل ڪندا رهن. ۽ هي به ارادو اٿم ته هڪڙو
ٻيو اهڙو ڪتاب لکان. جنهن جو نالو هجي "الدين الخالص"
جنهن جي پڙهڻ سان سچو اسلام بدعتن جي آميزش ڪان صاف
۽ پاڪ معلوم ڪري سگهجي، ۽ اها خبر آساني سان پئجي
سگهي ته اصحاب ڪرام رضي الله عنهم وارو اسلام ڪهڙو هو
۽ اڄڪلهه اسان جو رسمي اسلام ڪهڙو آهي.

— والسلام

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي

## مناجات بدرگاه قاضي الحاجات

### از حقير "صغير" مؤلف ڪتاب

يا رب رکج اسان کي عزت ۽ آبرو سان
سينگارجئي اسان کي حضرت جي خُلق خُو سان.

غفلت سان ٿياسين توکان يا رب بعيد بيحد
مشغول رک اسان کي مولا تون ذکر هُو سان.

بدڪار آهيون عاصي مجرم ۽ پر معاصي
کر پاڪ دل اسان جي رحمت جي شست شو سان.

مُنهن نفس کيوسين ڪارو امارو ٿيوسين مارو
واسيوسين ملڪ سارو بديُن جي باس بُو سان.

عاجز ٿيو آهيان ماندو ٿم آسرو تہ تنهنجو
هرگز نہ مَٽ پوان ٿو نفس سياه رو سان.

اي ذوالجلال حضرت اخلاص ۽ محبت
ڏي جام تا قيامت حضرت جي گفتگو سان.

جنهن دم ٿئي جان بي دم ڪارو ٿئي سارو عالم
جاري زبان تنهن دم ٿئي ذڪر توهي تو سان.

ڪج تون ڪريم قادر رحمت جو حڪم صادر
جنهن دم ڪندام حاضر احوال موبمو سان.

اي بي نياز يا رب دانائي راز يا رب
ڪر سرفراز يا رب ديدار روبرو سان.

اي مهربان مولا رزاق رب تعالیٰ
ڪر تون بلند بالا اسلام کي عُلُو ءان.

جو نفل دل کي لاري نا اهل نفس ماري
پڙه اي "صغير" ساري وحدت سندي وضو سان.

# سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇپايل ڪجهه ڪتاب

| ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|
| ١. حيات النبي ﷺ | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | ـ/٥٠ |
| ٢. شان رسول ﷺ | گل حسن گوپانگ "شاد" | -/٢٠ |
| ٣. چچ نامو | مترجم: مخدوم امير محمد/ تصحيح ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | -/١٥٠ |
| ۴. تاريخ مظهر شاهجهاني | مترجم نياز همايوني/مؤلف يوسف ميرڪ بن ميرابوالقاسم "نمڪين" | -/١٠٠ |
| ٥. اُهي ڏينهن اُهي شينهن(٢) | پير علي محمد راشدي | -/١٠٠ |
| ٦. نيٺ ڇا ڪجي؟ | ليئو ٽالسٽاءِ | -/٦٥ |
| ٧. جنت السنڌ | رحميداد خان مولائي شيدائي | -/١٥٠ |
| ٨. قديم سنڌ | ڀيرومل مهر چند آڏواڻي | -/١٠٠ |
| ٩. سنڌ بلوچستان جو سير | هينري چائنجر/محمد حنيف صديقي | -/١٠٠ |
| ١٠. نالي ماتر آزادي | ذوالفقار علي ڀٽو | -/٧٥ |
| ١١. لوڪ ڪهاڻيون (٥) | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | -/٦٥ |
| ١٢. لوڪ ڪهاڻيون (٦) | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | -/٣٥ |
| ١٣. سون ورنيون دليون | ترجمو: لالچند امر ڏنومل | -/٢٥ |
| ١۴. تحفة الڪرام | مصنف: مير علي شير قانع ٺٽوي مترجم: مخدوم امير احمد | -/٨٠ |
| ١٥. سنڌ جو سينگار | ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو | -/٣٠ |
| ١٦. تفسير هاشمي | مخدوم محمد هاشم ٺٽوي | -/١٠٠ |
| ١٧. اسلام جي تبليغ يعني اسلام جي اشاعت جي تاريخ | ٽي. ڊبليو آرنولڊ/پروفيسر شيخ محمد حاجن | -/١٢٠ |
| ١٨. حمد ۽ نعت | شهباز علي ملازم | -/٥٠ |
| ١٩. سنڌ جي دربار | جيمس برنس/حنيف محمد صديقي | -/٢٥ |
| ٢٠. لاڙ جو مطالعو | ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو | -/۴٠ |